# فقير غلام حيدر گوڏڙيي

# جو

# رسالو



مرتب:

**الطاف اثيم**

# فقير
# غلام حيدر گودڙي
# جو
# رسالو

مرتب

---

الطاف اثيم



سچل چيئر

شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | فقير غلام حيدر گودڙي جو رسالو |
| مرتب | : | الطاف اثيم |
| ڇپائي جو سال | : | ڊسمبر 2006ع |
| ڇپائيندڙ | : | سچل چيئر شاھ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور |
| ڇپيندڙ | : | پيس ڪمپوزرس ڪراچي 0300_7058872 |
| قيمت | : | 300 روپيا |

# انتساب

مان پنهنجو هي پيار پريو پورهيو
شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور
جي وائيس چانسيلر
پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرحيم ملڪ
جي نالي منسوب ڪيان ٿو
جنهن اتر سنڌ ۾ تصوف، تاريخ، ادب ۽ ثقافت جي
واڌاري لاءِ پنهنجون سڀئي صلاحيتون ڪتب آنديون آهن.

الطاف اثيم

# فهرست

# ٻه اکرَ مرتب پاران

سنڌ اندر سچل سائين جي فهم ۽ فڪر جي ڪلي قبوليت جا سبَ ڪان پهريان ٻه وڏا متعبر حوالا آهن فقير نانڪ يوسف ۽ فقير غلام حيدر گودڙيو. نانڪ سائين پاڻ "سچيڏني" جي نظر فيض اثر جو نوازيل هو. سندس حق هيڪڙائي وارا هوڪا ٻڌي هڪ طالب جڏهن ونس پهتو ۽ ڪيس ڪٽي ڇاتيءَ لاتائين ته هن بنا دير دل ۽ زبان سان هي اقرار ڪيو:

"غلام حيدر"، غير ويو مون کي هاديءَ ڏنو هٿ."

سدائين غير کي گم ڪرڻ ۽ ٻيائيءَ کي ٻن ڏيڻ جون سهڻيون صلاحون ڏيندڙ ان سچي صوفي "غلام حيدر" جو ڪلام پوڻا ٻه سو سال گذري وڃڻ تائين به صحيح نموني عام تائين نه پهچي سگهيو اچ ڪان پنجويهه سال اڳ پهريون ڀيرو ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ سيد الله بخش شاهه بخاريءَ سان گڏ وفا نواز علي شر جي دعوت تي پهرئين "غلام حيدر گودڙيه ادبي ڪانفرنس" ۾ جڏهن مقالو پڙهڻ لاءِ ڪٽي پهتو هوس ته مون وٽ ان جي تياريءَ لاءِ سندس پاران تيار ڪيل ۽ موڪليل ننڍڙي ڪتابڙي "گودڙيه جي گونج" کانسواءِ ڪو به مددگار تحريري مواد موجود ڪونه هيو. مون اتي فقير صاحب جي مرشد سان محبت جي موضوع تي ڳالهايو هو. مون کي تنهن ڏينهن کان ئي فقير صاحب جي ڪلام ڳولي هٿ ڪرڻ، ڪٺو ڪرڻ جي سوچ آئي، قادر ڪريم حاڪم نرالا آهن، مون کي عملي طرح اهڙي جڳهه تي آندو اٿائين جتي رڳو فيض وارن فقيرن جي ڪلام پيغام کي پکيڙڻ، سوڌڻ ۽ سموهڻ جو ذمو سونپيو ويو آهي. انهيءَ پس منظر

۾ اتر سنڌ جي هڪ نامياري ڪلاسيڪي شاعر جو ڪلام ڪٺو ڪرڻ شروع ڪيو ويو ۽ هيل تائين هٿ آيل ڪلام جي قلمي نسخن کي آڏو رکي فقير صاحب جو هي رسالو ترتيب ڏنو ويو آهي جيڪو الحمدالله اڄ پڙهندڙن جي اکين آڏو آهي. هن رسالي کي اڃا مڪمل يا آخري نسخو چئي نه ٿو سگهجي ڇو ته هيءَ هڪ پهرئين ڪوشش آهي. ممڪن آهي فقير صاحب جو ڪلام ۽ حياتيءَ جو احوال ٻين ڪيترن هنڌن تي موجود هجي ۽ ترتيب ۾ اچڻ کان رهجي ويو هجي.
هن رسالي ۾ فقير صاحب جي سنڌي، سرائيڪي، فارسي ۽ اردو ڪلام سان گڏ فقير صاحب جي شخصيت، ڪلام ۽ پيغام بابت مختصر احوال پڻ ڏنو ويو آهي جيڪو اڻ تصديق ٿيل روايتن ۽ ڏند ڪٿائن تي مبني نه آهي. اسان جي هنن ڪوششن کان پوءِ سالڪن ۽ محققن لاءِ درازي فڪر جي دلنشين محلات جو هڪ ٻيو دروازو دائمي طرح کلي ويو آهي جتان سڀ ڪو سائل پنهنجي مطلب جا موتي حاصل ڪري سگهي ٿو.

فقير صاحب جي هن رسالي جي ترتيب ۽ تياريءَ ۾ سائين مخدوم غوث محمد گوهر صلاحڪار سچل چيئر ۽ سرپرست اعليٰ الڪبير اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير، فقير سائين سڪندر علي شر، سجاده نشين، خانقاه فقير غلام حيدر، فقير عطا حسين، عطافولادي ۽ استاد محسن علي شر جون شفقتون ۽ محبتون مون کي حاصل رهيون آهن.

سچل چيئر جي اهم مول متن ۾ سچل سرمست جي طالبن جي ڪلام ۽ سوانح جي ترتيب ۽ ڇپائيءَ کي اوليت مليل آهي. مان شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي ادب دوست ۽ فقيراڻي فڪر سان دلي لڳاءُ رکندڙ وائيس چانسيلر پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرحيم ملڪ جا هڪ نيڪ مقصد جي حصول ۾ منهنجو حوصلو وڌائڻ ۽ رسالي جي ڇپائي جي رٿا منظور ڪرڻ تي فقط ٿورائتي نه ٿو مڃان پر کين پر خلوص مبارڪون پڻ پيش ڪريان ٿو

تہ سندن دور ۾ سچل چيئر اندر ساراهہ جوڳو ڪم ٿيو آهي. هن قسم جي ڪتابن جي ڇپائي ادارن جي ڪارڪردگي جي اهڃاڻ هجڻ سان گڏ انهن ڪي هلائيندڙن جي همت، سچائي ۽ نيڪ نيتي جو ثبوت پڻ هونديون آهن. يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ تصوف ۽ سنڌي ادب جي تاريخ ۾ هي ڪتاب پنهنجي گهربل جاءِ والاريندي مرتب ۽ اداري جي سرواڻ ڪي صديون جياريندو.

هن رسالي جي تياري جي لسلسي ۾ مون ڪي پنهنجن مهربانن فقير هدايت علي شر، وجي ڪمار منڌاڻ ۽ حميد سبزوئي جي ڀرپور ساٿ جو پڻ دلي طرح اعتراف آهي جن نہ فقط پاڻ وٽ سهيڙيل مواد منهنجي حوالي ڪيو پر پريس واري ڪم ڪار ۾ بہ پنهنجو قيمتي وقت مون لاءِ وقف ڪيائون.

رسالي جي معياري متن جي تياريءَ جي سلسلي ۾ تعميري تجويزن جي آجيان ڪئي ويندي.

حق موجود

**الطاف اثيم**

ايڊيشنل ڊائريڪٽر سچل چيئر

ڪامران جو گهر راڻيپور

9 نومبر 2006

# فقير غلام حيدر گودڙيو

## (شخصيت، ڪلام ۽ پيغام)

انساني معاشري ۾، دل جا سخي، مذهبي انتهاپسنديءَ جا
مخالف، انسان جي عظمت تي ايمان رکندڙ هر قسم جي تعصب ۽
تنگ نظريي کان متاهان، خلق خدا کي همت حوصلو ۽ روشني ڏيڻ
وارا ماڻهو ڪهڙا آهن. انهن جي سڃاڻ ڇا آهي، انهن جي چمڪندڙ
پيشانين تي محروم ۽ مجبور ماڻهن لاءِ ڪهڙيون بشارتون لکيل آهن
جو ماڻهو انهن ڏانهن مقناطيس وانگر ڇڪجي وڃن ٿا ۽ انهن جي
آٿت ۽ ڏاهپ جي دامن هيٺ پناهه ڳولين ٿا؟

ها اهي انسان عام طرح "صوفي" سڏيا وڃن ٿا. خدا تعاليٰ
انسان، ڪائنات ۽ هر ساهه واري لاءِ سک، سانت، خير ۽ محبت جا
اهي تمنائي سموري برصغير اندر سنڌ واسين جي حصي ۾ وڌيڪ
موڪليا محبت جي سفيرن جي قافلي ۾ جن جا سرواڻ، حضرت لعل
شهباز قلندر سيد عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست هئا تنهن ۾
سندن ئي فيض طفيل شامل ٿيندڙ ۽ يوسف نانڪ جي نظر ڪيميا
اثر سان رنگجي رينو ٿيل گيڙو رتو گودڙيو غلام حيدر فقير به آهي.

فقير غلام حيدر ولد قائم خان شر بلوچ 1215 هجري جي
رمضان مهيني جي 24 تاريخ تي قديم ديهه سانيسي موجوده ڳوٺ
سينگهي فقير شر ۾ ڄائو. چون ٿا ته سندس والد جي عمر ان وقت
چاليهه ۽ پنجاهه سال وچ ۾ هئي ۽ اوستائين کيس ڪو به نرينه اولاد نه
ٿيو هو. هڪ ڀيري سندس اوطاق تي هڪ سالڪ مجذوب سيد نالي
"حيدر شاهه" سيلاني اچي مهمان ٿيو تنهن کي قائم خان پٽ جي

اولاد ٿيڻ لاءِ دعا جا هٿ کڻڻ لاءِ چيو فقير دعا گهري ۽ چيو تہ انشاءَ الله توکي اولاد ٿيندو ۽ انهن مان هڪ گل اسان جي حصي جو هوندو. اهڙي ريت پٽ ڄمڻ بعد سندس نالو رکيو ويو "غلام حيدر".

فقير غلام حيدر جا وڏا اصل ۾ ميرن جي صاحبيءَ دوران سنڌ اندر آيا سندن پهرئين سڪونت قديم برٽش بلوچستان ۾ هئي. ان زماني ۾ جيڪي بروچ گهراڻا ميرن جي چوڻ تي سنڌ لڏي آيا هئا تن ۾ بگٽي، جمالي، بڙدي، شنباڻي، جسڪاڻي، جلباڻي، لاشاري، لغاري ۽ شر شامل هئا. سنڌ ۾ شر قبلي جو پهريون سرواڻ قائم خان ٿي رهيو. هن جون هنگورجن جي هڪ بزرگ ميان ناصرالدين شاهہ سان گهڻيون روح رچنديون رهيون. وقت جا ٽالپور حڪمران قائم خان کي وڏي عزت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا ۽ کيس مختيارڪاريءَ جا اختيار حاصل هئا.

فقير غلام حيدر گوڏڙي ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي ۾ حاصل ڪئي، تہ ان پوءِ وڌيڪ عربي فارسي پڙهائيءَ لاءِ هنگورجہ جي هڪ مدرسي ۾ ويهاريو ويو جتي فارسي تعليم "گلستان" تائين حاصل ڪيائين. پنهنجي والد جي پيرسنيءَ کي آڏو رکندي وڌيڪ علم حاصل نہ ڪري سگهيو ۽ خدمت گذاريءَ کي اوليت ڏنائين.

هن هنگورجہ مدرسي مان موٽڻ بعد والدين جي خدمت سان گڏ زمين ۽ زراعت جي ڪم کي بہ سنڀاليو قائم خان جي پوڙهائپ سبب سرڪاري مختيارڪاري بہ غلام حيدر فقير جي حوالي ٿي جنهن کي احسن طريقي سان هلايائين. جوانيءَ ۾ ئي روزي نماز جو پابند هيو. فقير صاحب جي عمر 32 سال هئي جڏهن سندس والد بزرگوار هن فاني دنيا مان 17 شوال سنہ 1247 هجريءَ تي لاڏاڻو ڪيو.

فقير غلام حيدر کي پنهنجي مربي پيءُ سان تمام گهڻي محبت هئي. سندس وڇوڙي فقير جو جڻ تہ جيءُ جهوري وڌو. صدمي

سبب اداس ۽ ملول رهڻ لڳو. زماني جو سمورو ڪار وهنوار سندس وس کان چڙهي ويو. دلي سڪون خاطر درويش فقيرن جي صحبت جو ڳولائو ٿي رهيو. هڪ دفعي انهيءَ ويڳاڻپ وچائڻ جي مقصد سان پنهنجي پراڻي هم مڪتب آخوند عبدالرحمان مهيسر ڪمال ديري (تعلقي گمبٽ) واري وٽ وڃي پهتو آخوند صاحب وٽ رهائش دوران ئي کيس ٻڌايو ويو ته اڳڙن جي ڳوٺ ۾ هڪ عارف ڪامل نالي فقير محمد يوسف ڪوڪر اصل ڀاڳ ناڙي جو ويٺل اچي رهيو آهي جيڪو پاڻ حافظ عبدالوهاب فاروقي عرف سچل فقير جي فيض جو رنگيل آهي ۽ انئي پهر استغراق ۾ ذاتي ذڪر ذوق ۽ شوق سان ڪرڻ ۾ مشغول رهي ٿو.

غلام حيدر ته پاڻ قلب ڪي قرار ڏيڻ لاءِ ڪنهن ويج جون واٽون نهاري رهيو هو، سو بنا دير آخوند عبدالرحمان مهيسر سان گڏجي اڳڙين پهتو. طالب جڏهن مطلوب سان ملاقي ٿيو ته سندس قلبي ڪيفيت هن طرح هئي.

درشن تنهنجي لئہ دوست پيارا. نيڻين وهايم نيون ۽ نارا
جيري جوش جڳايا جاني، موج ڪئي دل دوست ديواني،
پانهن جي ڪيو مونکي پانهي، ورهہ وڄايا نينهن نغارا.

”غلام حيدر“ اڳهيون الاهان، درمرشد جي ڪيڙم دانهان،
دم دم ڏيندا يار پناهان، ڪرم سهڻين جا لک هزار.

اها پهرئين ملاقات فقير غلام حيدر جا مڙيئي غم گوندر مٽائڻ جو ذريعو ثابت ٿي. پرين کيس پنهنجو ڪيو ۽ پوءِ ساري ڄمار انهيءَ سڪ سوز ۾ گذاري ڇڏيائين.

پرين ڪيو پنهنجو ڪئي نانڪ شاهہ نگاهہ،
مرد مريدن سان ٿيو هميشہ همراهہ،
غلام حيدر غير ويو سي، ٿيو سهڻو ساهہ پساهہ
فقير صاحب ڪي مليل فيض جو پاڳو درحقيقت دان هيو

درازي داتا سچل سونهاري جو تنهنڪري ڪيس پنهنجي مرشد جو مرشد ۽ هادي پڻ هميشہ ياد رهيو.

موج چڙهي مهراڻ جي درازي درياھ
رنگ لائي جنهن لعل ڪيو ننگي نانڪ شاھ
ڪين ڇڏيندو ڪارڻي، وڏو آ ويساھ
غلام حيدر صدقي صدقي پرين تان پساھ

يا وري هيئن هنڌ اقرار ڪيائين تہ:

محبت موڪان يار يوسف جون، رمزان روز نراليون
درس درازي روشن ڪيڙو ڏيئي پرت پياليون
غلام حيدر غرض نہ ڪائي، هاديءَ دست دواليون.

مرشد جي مهربانيءَ سان فقير جو فڪر شعر ذريعي نروار ٿيڻ لڳو. هن سنڌي، سرائيڪي فارسي ۽ اردو ۾ شاعري ڪئي جيڪا بظاهر تہ سيني فني پابندين کان آزاد هئي ليڪن ادب جي دنيا جا آبدار موتي بڻجي جڳ جرڪائي ڇڏيائين.

دوهيڙي، ڪافي، غزل، منقبت ۽ مداحن ۾ سندس پيغام ۽ پرچار ساڳي آهي جيڪا سندس پيش روئن ڪئي هئي. يعني عاجزي، انسان دوستي ۽ خدا ۽ بندي سان پريم جي پچار ڇو تہ تصوف سنئون سڌو محبت جو مذهب آهي. اهو دل ۽ روح ڏانهن ويندڙ سڌو رستو آهي.

سڀ ڪنهن رنگ ۾ آهي سهڻو يار
نيڪ نہ ڪو بدڪار
هندو مومن هر صورت ۾ دلبر جو ديدار
شرڪ نہ ڪو شيطان ڏنو سي،
عشق الله اسرار
غلام حيدر گرسچي جي خاڪ چميان پيزار.

هن جي خيال ۾ وحدت الوجود تي عقيدو رکڻ ئي اصل وحدانيت آهي ڇو تہ اهو ”همہ اواست“ وارو سبق مرشد ڪيس اعلانيہ

ڏنو يعني هو پاڻ محمد يوسف "نانڪ" سڏائي رهيو هو.

وحدت وارن سرسنپايا، نعره اناالحق هلايا،
مردن سي ميدان ملهايا، پتنگ پياسيءَ خيال پچڻ جو

غلام حيدر غلبو رباني، مرشد هادي حق حقاني،
دوست مليوسي دل جو جاني، محب سيڪاريو مري جيئڻ جو

انساني ذات ۾ روحاني ارتقا جي لامحدود امڪانن بابت فقير صاحب ڪي چڱي طرح خبر هئي تنهنڪري هن تلقين ڪئي ته:

لنگهي پئو لقاءَ ۾، وري نه واجهاءِ
اتڻ ويهڻ اوڏهين، روحي رمز رلاءِ،
هڻ تبي ڏس حق ڪي، جوڙي جسم جلاءِ
"غلام حيدر" غير ڪي لاهوتي لوڙهاءِ،
سامي سيف سندياءِ، ڪڏهن ڪتبي ڪينڪي.

انسان مالڪ حقيقيءَ جي صفتن جو مظهر آهي. ڏاهپ عشق، سرمستي ۽ اڻ ڏٺل جي ڳولا ان جي خمير ۾ شامل آهي. جذب، جولان ۽ جنون جي صحرائن ۾ جبرئيل به هن آڏو بي وس بڻيل آهي. هن جي بصيرت بي پايان ۽ رفعتون لامحدود آهن. فقير غلام حيدر ان جو اظهار هن طرح ڪيو آهي:

عاشق ويا اوڏهين جت جاءِ نه جبرئيل،
موج سندي ميدان ۾ ماڳ نه ميڪائيل،
آڏوتي اڳي لنگهيا ڇڏي اڏ ۾ عزرائيل،
"غلام حيدر" گوڏڙيه، نيا سڪ سبيل،
اتئي پهر عليل عاشق گم الله ۾.

پاڻ سڃاڻڻ ۽ منزل ماڻڻ ڪان پوءِ سالڪ ڪنهن جي آڏو سوالي نه ٿو رهي پر هو پاڻ بين کي هٿ ڏئي بلند مقام تي پهچائڻ جي لائق هوندو آهي ڇو ته ذات جي معرفت سان گڏ حق جي معرفت، به

کيس حاصل رهي ٿي.

گاروڙين جي گام تان ٿيو معافي سڀ مرض،
اهدنا الصراط المستقيم لٿو تن لرز.
ڪونهي تن قرض، جي ”غلام حيدر“ گڏيا.

روز ازل کان انسان هڪ بار پنهنجي سر تي کنيو. هي بار هيو ”عشق“ جو جيڪو ڪنهن جمادات نباتاب ۽ حيوانات نه ڪنيو. صوفين جي فڪري نظام ۾ عشق جي تمام گهڻي اهميت ۽ حيثيت هوندي آهي. اهي ان عقيدي جا علمبردار ٿيندا آهن ته ڪائنات جي ايجاد جو سبب تي عشق آهي ۽ دنيا جون سڀ شيون عشق جي عالمگير قانون جون ئي پابند آهن. فقير صاحب پنهنجي لفظن ۾ اها ڳالهه هن ريت بيان ڪئي آهي.

عشق ڪيتي ڏم ڏام ترت تڏان اسلام ٿيو سي،
”غلام حيدر“ گم صورت وچ، مرشد والي ماڻ مورت وچ،
هادي حق هنگام عشق اساڏا امام ٿيو سي،

هڪڙي ٻئي ڪلام ۾ وري هئين فرمايو اٿئين.

آدم اصلي ڪون آها، ويک عشق اُهين اسباب هوا.
زير زبر وچ ڪرڪي ظهورا، سوز سربي سامان آيا.

صوفين جي نزديڪ انساني دل ۾ درد ۽ غم جو هجڻ درحقيقت روح جي ان جدائي واري صدمي سبب آهي، جيڪو انسان جي خاڪي جسم ۾ اچڻ ۽ پنهنجي مالڪ حقيقيءَ جي ماڳ کي ڇڏڻ وقت کيس رسيو هو. روح پنهنجي حقيقت کان وڇڙڻ ڪري غمگين رهي ٿو. درد غم کي تخليق ڪائنات جو اثاثو ۽ بيناد سمجهندي صوفي شاعرن ان کي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع پڻ بڻايو آهي. جيئن فقير صاحب فرمائي ٿو:

يارجن کي ياد پيڙو سي پور ۾ پوتا وتن،
سڏ تينن کي سور جي، جي پرت جو پيالو پيئن،
يا وري چوي ٿو ته:

راتيان ڏينهان جيءَ اداسي، ڪارڻ تنهنجي پرين پياسي،
دم دم ڪانگ اڏايان.

هم اواست جي سيني پچارڪن جيان غلام حيدر فقير کي ٻ دنيا زماني جي ڪا طمع لالچ نہ رهي. رازق جي ڏنل رزق تي قناعت ڪري ڏاڍا سکيا ستابا ڏينهن گهاريائين. پنهنجي قول ۽ عمل سان خدا جي مخلوق کي ڪو رنج يا تڪليف ڏيڻ جو هرگز نہ سوچيائين. فطرتن ۽ طبيعتن، اڪيلائي پسند، مانيٽيو پر ڏاڍو محبتي ۽ مٺيادار انسان هيو. ڳوٺ يا پاڙي واري کي ڏينهن پهر نہ ڏسي ها تہ نياپا ڪري، ماڻهو موڪلي کيس پاڻ وٽ گهرائي ڏک سور پڇي ۽ خبرون وٺيس ها. محبتي ميڙاڪا پنهنجي ڳوٺ ۾ هر روز شام سج لٿي کان لڙي سومهڻي تائين تہ روز مچايون وينو هوندو هيو جنهن ۾ فقراءَ صوفي سماع ڪندا هئا پر ڳوٺ کان ٻاهر جيڪڏهن پاڻ ور ور ڪري ڪنهن وٽ ويندو هيو تہ اهي هئا سندس ستگرو سائين نانڪ يوسف، درازي درويش سائين قبول محمد فاروقي، خواجہ نجم الدين راڻي پور جو پير شاهہ محي الدين جيلاني، روهڙي جو رند فقير قادر بخش بيدل، صوفي فقير خوش خير محمد هيسباڻي، لونگ فقير مهيسر ۽ دريا خان فقير زنگيجو.

فقير صاحب جي زماني ۾ سموري سنڌ اندر روحاني ۽ صوفياڻي سوچ جي حڪمراني هئي. پاڻ جنهن سلسلي سان واڳيل هو تنهن جا سرواڻ پنهنجي وقت جا وڏا عارف ۽ عالم باعمل بزرگ هئا جن فقير غلام حيدر کي فلسفہ وحدت الوجود جي مدد سان معرفت جا سيئي مرحلا طئي ڪرائي حقيقت جي اعليٰ مقام تي فائز ڪرايو. پاڻ پنهنجي هن شعر ۾ اهڙو اقرار ڪيو اٿئين.

خطره خوف لنگهياسي، وڃي پار پرينءَ جي پياسي،
جتي ملڪ امن جو آهي.

مئلن واٽان سيئي ڇڏيون سي، ناتو دلبر نال ڳنڍيو سي،
مطلب سڀ مليا سي.

غلام حيدر هر دم آهي، دلبر ڀاڄهون ڀيو وري ڇاهي،
اسان ساڳي سِرُ ٽيا سي.

سالڪ جا جڏهن سڀ مطلب ٿي وڃن ٿا تہ پوءِ هوا صل کان وڌيڪ وڇوڙو سهي ڪونہ ٿا سگهن. دائما سندن وات ۾ وصل جون وايون هجن ٿيون. بقول فقير صاحب جي تہ :

آهيان اصلئون ذات اداسي، ماڳ مسافر دم تي آيس
لک قبائون پوش ڪياسي، هڪڙا الاهي ڀيا ڏڪيا سي،
پوءِ ٿيڙس پاڻ پياسي
غلام حيدر نينهن نظارو بره بقا جووڳو نقارو
اهو تم طلسماتي

نيٺ اهو وقت بہ آيو جو عاشقن لاءِ بره جي بستان ۾ بقا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوچ نقارو وڄايو ويو. دم جا مسافر پنهنجي ماڳ موٽڻ لاءِ سيري ويٺا. ماهہ محرم جي ستين تاريخ سن 1294 هجري تي هي فاني جهان ڇڏيائون ۽:-

اڏاري نينهن جا نيئڙا، چڙهي عاشق عرش وئيڙا،
غلام حيدر هليا غازي، ڪيڏڻ ڪا برهہ جي بازي،
هميشہ رمز حق راضي، پرينءَ جي پيش ني پيئڙا.

درازي اسڪول جو درس فقير صاحب جي وصال کانپوءِ بہ جاري رهيو ڇو تہ فقير صاحب جا ست ئي صاحبزاده هر هڪ مينگهو فقير، علي مراد فقير، دين محمد فقير، در محمد فقير، خداداد فقير، ڳوڙو فقير ۽ غلام نبي فقير پڻ پنهنجي وڏي جي ورهہ وهنوار کان چڱي ريت واقف هئا. مينگهي فقير نہ فقط فقرائي ميڙو مچايو پر پنهنجي والد صاحب جي مزار مٿان روضو پڻ اڏايائين. فقير صاحب جي اولاد مان مينگهي فقير، خداداد فقير ۽ قائم فقير تہ گهڻو ڪلام بہ چيو آهي جيڪو سندن پيشروئن جي پيغام جو عڪس آهي.

الطاف اثيم

# دوھيڙا

I

ھادي آه حڪيم مولا ساري ملڪ جو
سڀاجھو سميع پرين رازق رب رحيم
اجھو آسيئڙن جو قادر قرب ڪريم
لاتقنطو ترھو اجھو آه عظيم
غلام حيدرؔ ناه ڪو آه رب عليم
ڪا ڪيون آه ڪليم لڪ چوراسي چوٽ ۾

2

جيڏيون ھن جبل ۾ ڪاڪيون گھڙي ڪير
جنھن سر عشق اليل ڪئي سا پريندي پير
ھلي پنھنجي حق ڏي پرت ڪٽندي پير
باندر پولا بر ۾ شورون شوقن شير
لنگھي لاھوتي ھليا گھاتو ڏسي گھير
غلام حيدرؔ گر اچي ڪئي سر جھڙ جھڪور
وچان چڏي سڀ وير غازي گڏيا گرنات سان

3

غازي گڏيا گرنات سان ھاڙھي پري ھام
وحده لاشريڪ له ٿيو آڌوتن انعام
غلام حيدرؔ گر ڪان جن جوشئون پيتو جام
عالم ھر دو انعام آھ اُنھن جي اڪئين

4

نيتيان ڪيئن نماز جو سڪ سنڌوئي نه ڏئي

اهي رڪعتون رهجي ويون جڏهن پرت ڪيا پرواز

ونحن اقرب ويجهڙا اچي عشق ڪيا آواز

فاذڪروني اذڪرڪم رمز لڳي دم تاز

ڪيو وحدت ويڙه وجود کي پرت ڪري پرواز

موتو قبلل محو ٿيا سي ڏسي نيڻن ناز

فانما تولو فثم وجه الله برهه پڇايا باز

غلام حيدرؒ غلبو ڪيو شوق شاهي شهباز

ڪر سر ڏيڻ جا ساز تونهين تند وڄاءِ تون

5

روڳي رڪعتن ۾ اوري ٿا اڙجن

عاشق لنگهيا اڳتي سورهيه سر سٽن

رليا وڃي رند رام سان هو وينا وقت پڇن

غازي وڃي گم ٿيا هو بيٺا منجهه ٽڪرن

ونحن اقرب ويجهڙو ٻوڙا ڪين ٻڌن

لاتقنطو ترهو عاشق عين ڏسن

محبت جي ميدان ۾ پئيل ڪئي پتنگن

غلام حيدرؒ غير جون ڪپيون لامان لاهوتن

هو روزن منجهه رلن هنڪي هر دم ڏس حضور ٿيو

6

ڪٿي وُرُ وري سڪ منجها رون سسئي

جبل سپ جلي ويو ڏسي ذوق ذري

لڳي مات مرگهن کي وڃي انگهي عشق چڙهي

غلام حيدر غير ويو ٻارڻ منجهه ٻري

منجهان تار تري وڃي ٿي هيڪاندي هوت سان

7

ٿـي هيڪانـدي هـوت سـان جلائـي جبـل
سـڪ ڪنيـائين سـاه سـان ڇـڏي خـوف خلـل
اصـل آريءَ ڄـام جـي چـائي عـشق اجهـل
غـلام حيـدر غيـر ويـو روحـي ٿيـو رلمـل
هٽـي تـرت طبـل وسـار هـن وجـود کـي

8

انـڌن کـي الله جـي ڳـل پـوي ٿـي ڪانـ
روڳـي سـڀ رهجـي ويـا غافـل منجهـ گمـان
لنگهـي لاهـوتي هليـا سـڪ ڪٽـي سـامان
غـلام حيـدر گودڙيـ زهـر ڇـڏ زبـان
جي مـوج ڪيـا مـستان سـي جـدا جـالن ڪينڪـي

9

جـدا جـالن ڪينڪـي رليـا انـدر روح
ونحـن اقـرب ويجهـڙو وينـا ڪـن وروهـ
انفسڪم اشارا عـشق جـا سـمجهن سنجهـ صبوح
غـلام حيـدر غيـر کـي ڏيـن لاهـوتي لوهـ
پـرينءَ جـي پابوهـ جـڏو جـيءَ جيـاريو

IO

جـڏو جـيءَ جيـاريو سـتگر لـڏي سـار
نقـارا جـي نيـنهن جـا اڇـي ٿيـا اظهـار
دلبـر ديـدان لائيـون هـاديءَ دم هونگـار
ڏاڍا ويءَ وسـئون ٿيـان وحـدت ڪيـا وسـڪار
انـا احمـد بـلا ميمـي فرمـوده سـردار
غـلام حيـدر غيـر ويـو ڏسـي پـرت وارن جـا پـار
سـيني ۾ سـتڪار دونهـان درد دکائيـا

11

دونهان درد دکائيا نوبت لائي نينهن
مرون مارڳ مان ويا جڏهن ڳاج ٻڌائون شينهن
وحده لاشريڪ له محبت وٺا مينهن
غلام حيدر ڳُرجون لڳيون رمزان راتيو ڏينهن
ڪاڪيون ڪيان ڪيئن جو رڳ رڳ ۾ رَلجي ويو

12

عاشق ويا اوڏانهين جت منجهي مرون مرن
نڪي ٻَٽ ٻيلي ۾ نڪي سوئر سجهن
انحد هونگان عشق جون ٻولي ٻي نه ٻرن
وحده لاشريڪ له تاران تونهين ڪن
نڪا قيرن تسبيح نڪا نماز پڙهن
انئي پهر اواگهه ۾ تا سجده سوز ڏين
جادو لايو جيءَ سان تا جوشن منجهه جلن
غلام حيدر غير جا وڃيون وڻ ڪڍن
سوري صاف تين وڃي نوري ڳڏيا نور سين

13

عاشق چڙهيا لس تي قوڪي سيٽا هيون
ونحن اقرب ويجهڙو ورين واڌايون
لاهوتي لقاءَ تي ڪُڏ وڃن ڪاهيون
اجاري اندر ڪي ڏيئا ٻاريائون
جلائن جسم ڪي ٻاري ٻره سنديون ٻاهيون
غلام حيدر ڳل تيا خوديءَ ڪي ڪايون
چت ٻاري چاهيون مچي ويئا موج ۾

## 14

مچـــــي ويـئــــا مـــــوج ۾ عاشـــــق دم اُداس
لــڏي هليــا هــن لــوءِ مــان ڇــڏي لــوک لبــاس
رويـو راهـ نهاريان منهنجو سڏ کيو سڏکي ساس
غلام حيدرُ گُر اچي منهنجو رنگ کيو سڀ راس
عاشــق چڙهيــا آنگــاس گانــدو گڏهــ تــي چڙهيــا

## 16

ســر ڏيــن جــي ســوز ۾ ســي مــوٽي کــين مــرن،
وحــده لاشــريک لــه لنـؤ لنـؤ لــولي تـــن،
انـــا احمـــد بـــلا ميمـــي چـــڙا چونگـــارين
عاشـــق آب حيـــات جـــا تـــا پيـــالا پُـــر پيـــئن
کــوڙا پهچــن کينکــي تــا مَتيــان منجهــ مــرن،
معلــوم نــاه مُلــن کــي ســندي عــادت عاشــقن،
غـــلام حيـــدر غيـــب ۾ تـــا نعـــره نـــر هـــڻن،
ســويرا ســاميئڙن وجــي تکيــا کيــا توحيــد ۾.

17

تڪيا ڪيائون توحيد ۾ وساري وجود،
انا احمد بلا ميمي ساجهر ڪن سجود،
الاهي اسرار ۾ تا دَم دڪائن دود،
غلام حيدر غير ويو اچي محب ٿيو موجود،
سچڻ سارو سوڙ جهلي جهوليءَ آئيو.

18

ڪري عشق اليل اديون مون سر آئيو،
باري بره بلوچ جو نينهن ڏاڍو ڪان نيل،
رڳ رڳ منجهه رلجي ويو ڪري تن طفيل،
جيڏيون جانب يار جي پرت رکي آهه پئيل،
غلام حيدر غير ڪي بره هٽائي بيل،
ستگر يار سويل، مون کي جهلي جهوليءَ آئيو.

19

جهلي جهوليءَ آئيو مون کي يوسف ساڻ يقين،
سؤ پيرا صدقي ٿيان آءُ چئي آمين،
جنهن جي جوش جاڳائيو بره وڄائي بين،
غلام حيدر گُر اچي مون کي توڙئون ڪئي تلقين،
محبت موج سندين سدا سانوڻ جان وهي.

20

سدا ساونڻ جيان وهي پهر ائٽي پُور،
غيرت واري گوڙ جو سوز وڄايو سُور،
غلام حيدر گُر جي مون کي چال ڪيو چڪچور،
محبت جو مذڪور انگ لکيو هو اڳهين.

21

کيئن ٽِڪي هن ڪوٽ ۾ جنهن کي آديسن اُڪير،
کهه ڪٿون ٻن بافتا مون کي جهانگيئڙن جا جهير،
غلام حيدر غير ويو اچي رکي ٻره بحير،
ستگر رکيو سير ميلو ٿيو محبوب سان.

22

پسڻ سان پيدا ٿي صورت سبحاني،
ونحن اقرب ويجهڙو آيو آرياڻي،
دائم دلبر در تي پرت ٻري پاڻي،
موج ڪنهين مستان ڪئي ريءَ ملهه وڪاڻي،
غلام حيدر غير ويو اچي ستگر ٿيو ساڻي،
ٻاروچل ٻاڻي صحي سيڪاري سوز جي.

23

صحي سيڪاري سوز جي جانب جيءَ اندر،
ونحن اقرب ويجهڙو آيو نور نظر،
انا احمد بلا ميمي سمجهه سريرون سر،
غلام حيدرؔ گوش ڪر وٺي نام ننگر،
ٻاري ٻره بحر الٿي پيو الله جو.

24

واڍوڙن وٽڪار جو ڪو جو پهه پيو،
وحدت جي وڌاڻ سان پيچن لاءِ ليو،
عشق اجاري چڏيا ڏسن ڪو نه ٻيو،
غلام حيدرغير جو وڇئون وير ويو،
جانب ساڻ جيو هر دم آب حيات پي.

25

وقت وياسي وسري جڏهن ڪيو نينهن ننگر،
نوبت نينهن نئين ڪئي لايا بره بحر،
نڪا ڪنڌي ڪُن ڪي نڪا ڪا ڪيون ڪر،
نفل نمازان نينهن نيون زهد زڪواتان زر،
موج وتي ميلهاٽ ڪيو پڳا خام خطر،
حامي هر دوجهان ۾ روحي ٿيو رهبر،
غلام حيدر غير ويو ٿيو مرشد من اندر،
تنهن تان صدقي سارو سر جنهن واقف ڪيو وحدت جو.

26

ٻانهپ ٻولي ناه ڪا جڏهن عبد منجهان ٿيو احد،
سمجهي ڏس سرير ۾ قل هو الله احد،
ڦٽو ڪر فناءِ ڪي ساجهر ڏس الصمد،
انا احمد بلا ميمي ٻڌي ڪدورت ڪڍ،
غلام حيدر غير ويو حاصل ٿيو لاحد،
وحدت دم وجد هر دم آه هر حال ۾.

27

سرتيون جنهين ڪي سڪ پار تنهين جا پڌرا،
راتيون ڏينهان روح ۾ ٻولي ٻولن هڪ،
بس بيراڳن ناه ڪا اٿن بقاءِ بيهڪ،
غلام حيدر گودڙيہ آهن وار نہ پاسي وڪ،
لعلن منجهان لڪ سوجهي تن صحي ڪيو.

28

چاٽ اٿي چمڪو ٿيو لڳي لس لهس،
بوندان بيهن ڪين ڪي سوز ڪڙو ٿيو سس،
قطري منجهان قلزم ٿيو تن ڪيائين تس،
"غلام حيدر" گر جو جاڳيو عشق اپس،
آيو سارو سر نظر ناه ويئي سپ نڪري.

29

مردن ماريو موت ڪي لنگهيا ڏي لاهوت،
نيتيائون نماز ڪي جاڳي ۾ جبروت،
هليا هو حق ڏي مانجهي ۾ ملڪوت،
"غلام حيدر" گوش ڪر نينهن نيا ناسوت،
هلي مان هاهوت تڪيا ڪيائون توحيد ۾.

30

سنبري ساموندي هليا اٿائي اصيل،
چوراسي جا چت مان لاهي دل دليل،
محبت جي ميدان ۾ ڏسن سئير سبيل،
غلام حيدر گوش ڪر سيا جوت جليل،
ڪاڪيون ڪي ڪليل رند سمجهن راز ڪي.

31

لڪڻ ليڪو ناه ڪو ڪئي ڪيٽئون چپ چپن،
اندر اوهيرا ڪري محب وٺو اچي من،
صورت سهٽي يار جي تانگهه لڳي آه تن،
وسارڻ وجود ڪي آه عادت آديسن،
غلام حيدر غير ويو ٿيو روحي منجهه رڳن،
ڪم نه آه ڪچن سودي بنا سر جي.

32

ابتڙي درياه ۾ جنين اڇليو پاڻ،
سٽي دعوا دور ٿيا وساري وٽاڻ،
ملي پيا محبوب کي ڇاٽي ڇڏ هي ڇاڻ،
محبت جي ميدان ۾ سڪ ڪنيائون ساڻ،
غلام حيدر غير ويو موج ڪئي مهراڻ،
محبت وارو ماڻ حيدرين وجي هٿ ڪيو.

33

ٻاهر ڏوئين ڏوڙ اُجارين نہ اندر ڪي،
تو ۾ سر سميع جو پاڻ ٽئين تو ڏور،
قلعي جا ڪفران جي قلب منجهان ٺي ڪوڙ،
غلام حيدر گوش ڪر هر دم ڏس حضور،
پرت وارن ڪي پور، انئي پهر الله جو.

34

لٿي سج سماءَ ڪونہ پونديءَ ڪاڪ جو،
اپرندي آرس ڪيئي تنهنجو وقت وڃايو واءُ،
ترندين تر ميزان ۾ جتي پيڻ نہ پائي ياءُ،
نڪو مٽ ماڳ تهين نڪو وارث ات وياءُ،
غلام حيدر گوش ڪر تون ڳٽي ڳالهہ اها،
ساجهر ڪر سماءُ پوءِ نہ پڇندين پنڌ ڪي.

35

اڇهو احمد عاربي هاشمي حبيب،
حامي هيٺن جو ٿيو طالبن طبيب،
ٻڪي ڏيئي ٻاجهہ سان آيو ڪول قريب،
غلام حيدر غير ويو ٿيو ناميون نور نصيب،
رسي راه رقيب ٿيو حمايت هاشمي.

36

عاشقن الله صحيح سڃاتو سڀ ۾،
پاڻ وساري پاڻ ۾ جاڳائي جل الله
نيتيائون نماز کي صورت صل الله
"غلام حيدر" گل ٿيا ڏسي نور الله
فڪر سڀ في الله آڏوتن اڳي ڪيا.

37

عشق ۽ عذاب ٻئي اڪر هڪڙي،
هو وڃائي وجود کي ڪڍي غير حجاب،
هو جاءِ نه ڏسي جڙندي آه بي حد بي حساب،
چنگي چاڙهي چوه مان ڪوڙيون ڪري ڪباب،
"غلام حيدر" گم ٿيا ڪري جان ڪباب،
طبل انهيءَ جو تاب کي جهليندا ڪاپڙي.

38

صبر سڪ وڃائيو ننڊ ڦٽائي نينهن،
ڏاڍي عشق اليل ڪئي محبت وٺا مينهن،
"غلام حيدر" گاج ڪئي جيئن ٻيلي اندر شينهن،
رمزان راتيون ڏينهن جانب لايون جيءَ ۾.

39

جيڏيون جاڳيو جيءَ ۾ نانڪ نور علي،
پرين قربئون پانهنجي اچي ڪئي سڀ ٻلي،
اڳڻ مون مسڪين جي آيو هوت هلي،
ڪاڪيون آهيان ڪانڪا ويو رڳ رڳ منجهه رلي،
غلام حيدر غير جي ڪا ڏنهن ڪانه چلي،
وٺي ڳوٺ ڳلي، اچي وينم ويجهڙو.

## 44

چپ چٽيندي راتڙي، گيدين گذاري،
چڏي عشق الله جو پچي ويا پاڙي،
حرام جي هڏي تي ڪٽائن ڪياڙي،
عاشق لنگهيا اڳتي رڌ چڏي راڙي،
سوريندي سميع کي تن اوندهه اجاري،
غلام حيدر گر سان تون سنگت رک ساري،
جن وحدت وساري صمٌ بڪمٌ سي ٿيا.

## 45

عاشق ويا اوڏنهين جت سڀ ڪجهه سماءُ،
ڏوهه ثوابون ڏور تي جانب کي جاڳاءِ،
ملت مذهب دين ڪفر جا تڳا سڀ ٽوڙاءِ،
وحده لاشريڪ له رمزان روز رلاءِ،
ڪفوا احد ڪلمون منجهان پرت پڙهاءِ،
ونحن اقرب ويجهڙو دل ۾ دود دکاءِ،
هيئون گڏ تون هوت سان ٻيائي سڀ ٻوڙاءِ،
غلام حيدر غير ويو سيد جي ساماءِ،
اجهو منهنجو آهه سدا احمد عاربي.

## 46

اجهو احمد عاربي وسيلو ولهن،
حامي هيٽن جو ٿيو اجهو عاصيئڙن،
غلام حيدر گُر کي ڪوڪ پئي وجي ڪن،
سرتيون ساهيڙن جاڳايو اڃي جيءَ ۾.

47

جاڳايو جيءَ کي اديون آديسن،
سڳيون لاهي سوز جون پورب پهه پڇن،
آءُ انهن جي آهيان جي پنجتن پاڪ پڙهن،
ڪين ڇڏيندا ڪارڻي ڏنگي ۾ ڏوهن،
ڏسي ڏوه ڏڏيءَ جا راحم رحم ڪن،
قرب سڄاڻي پانهنجو هادي هٿ ڏين،
وحده لاشريڪ له ڪلمون پاڪ پڙهن،
فاذڪروني اذڪرڪم آيت عين ڏسن،
غلام حيدر گم ٿيا غازي منجهه گُرن،
سويرا ساميئڙن ترها توڪل جا پڌا.

48

سدا سانوڻ جيان وهي لايون لس لهر،
بوندان بيهن ڪينڪي وهي نينهن نهر،
بره بهاران لائيون جاڳيو منجهه جگر،
انا احمد بلا ميمي صورت صاف نظر،
عاشقن اثبات ڪيو نور نبي انور،
غلام حيدر غير ويو لايون هل حشر،
صدقي سارو سر پرين جي پيزار تان.

49

ڪاڪيون ڏس ڪڪر ۾ چمڪو ٿيو چوڏار،
بادل برسي آئيا ڪري مينگهه ملهار،
چوڏس جيئن چانداڻ تي گل قل ٿيا گلزار،
صورت سهڻي يار جي ڪري ڪير شمار،
غلام حيدر گوش ڪر طلب تاريندءِ تار،
درس ڏسي ديدار عاشق پيا وجي اونهه ۾.

50

عاشق پيا وڃي اونهه ۾ جنهن کي ڪنڌي نہ ڪا ڪر،
موج تهين مهراڻ جي سدائين سير،
وڃون وسڻ آئيون ڪري ڪارونيار ڪڪر،
واليءَ ملڪ وسائيو ٿيا ساوا پٽ پڌر،
غلام حيدر غير ويو ڇوليون لايون ڇر،
نبيءَ ڄام نظر ساوڪ ٿي ساڻيهه تي.

51

ساوڪ ٿي ساڻيهه تي گاهن ڪيا گلزار،
سرتيون سوز ڪڙو ٿيو عين ڪليا اظهار،
لنگهيا سي لطف سان سيد جي ساڏار،
ڪيون بخشيشان بدڪار جون هاديءَ لک هزار،
غلام حيدر غيب ۾ جنهن تونهين ڇوري تار،
برائن جا بار مرسل سيئي معاف ڪيا.

52

مرسل سيئي معاف ڪيا خطائون ۽ ڪوٽ،
انا احمد بلا ميمي اديون ورتم اوٽ،
جهڙي اوٽ الله جي تهڙي ڪن نہ ڪوٽ،
غلام حيدر غير کي چست چلائن چوٽ،
ڏئي ٻٽي کي ٻوٽ لنگهي پئُہ لقاءَ ۾.

53

لنگهي پئُ لقاءِ ۾ تـ وري نـ واجهاءِ،
اٿڻ ويهڻ اوڏهين حرڪت پـ مَ هلاءِ،
راتيو ڏينهان روح ۾ روحي رمز لاءِ،
هڻ ٿيي ڏسي حق کي جوڙي جسم جلاءِ،
غلام حيدر غير کي لاهوتي لوڙهاءِ،
سامي سيف سنداءِ ڪڏهن ڪٽبا ڪينڪي.

54

ڪڏهن ڪٽبا ڪينڪي صيفل هڻ ساري،
ولوڙج وجود کي باه برہ پاري،
مج مرشد جي ڳالهڙي جيڪا تحقيقان تاري،
ستگر سنياري وجي پئو وٺڪار ۾.

55

عاشق ويا اوڏهين جت جاءِ نـ جبرائيل،
موج سندي ميدان ۾ ماڳ نـ ميڪائيل،
آڏوتي اڳي لنگهيا ڇڏي اڌ ۾ عزرائيل،
اهدنا الصراط المستقيم اُتي نـ اسرافيل،
غلام حيدر گودڙيـ نيا سڪ سبيل،
اٿئي پهر اليل عاشق گم الله ۾.

56

عاشق گم الله ۾ گاروڙي ٿيا غار،
ٿيي ڏنائون اوڏهين جتي اور نـ ڪوهو پار،
وساري وجود کي تا درست ڏسن ديدار،
غلام حيدر گودڙيا وجن ڪاهيون ڪارونيار،
لاهي مرد ميار گُر کي گڏيا گودڙيا.

57

ڪاهج تون ڪوهيار ڏي جت گاروڙين گذر،
ڪنيو ڪاهوڙين ڪين ڪي سواءِ سڪ ثمر،
وتن ويڳاڻا ورهه ۾ ڪيون ڏور ڏمر،
لائي تار لاجي ڪٺي مار خچر،
تہ نفيءِ اثبات جو وهلو لهندين ور،
غلام حيدر غير جو غازي لاهن گر،
توڪل ترهي تر تہ هاڙهي ملين هوت ڪي.

58

هاڙهي ملين هوت ڪي تہ وري نہ واجهاءِ،
اٿڻ ويهڻ ان سان حرڪت ٻي مَ هلاءِ،
راتيو ڏينهان روح ۾ روحي رمز رلاءِ،
غلام حيدر غيب ۾ جلوه جوش جاڳاءِ،
وٺ جانب لهندين جاءِ ڦٽو ڪر فناءِ ڪي.

59

جيڏيون جاڳيو جيءَ ۾ مان صدقي ڪيان ساه،
سرتيون سيباڻو ساه ڪي سچو شاهنشاه،
ڏسيو درازيءَ دم جو رمزن وارو راه،
سونهون ٿيو ساٿيهہ تي هميشہ همراه،
نانڪ ٻاريو نينهن جو اندر ۾ آڙاه،
غلام حيدر گُر سان منهنجو اصل هو ارواح،
صدقي سارو ساه، مرشد جي هڪ مام تان.

60

ساراهيان سچو ڏٿي تو سارهيان سرور،
مٺ نہ محي الدين جو توڙي پير پائن ہيا پر،
جنهن جا ملڪ مريد ٿيا لاهوتي لشڪر،
جذبي جيلانيءَ جي ڪنبايا تہ ڪفر،
قرب ڪرارو قادري آہ دست جنهين دلبر،
قدم ڪُل وليءَ تبي هو ڪو روز حشر،
غلام حيدر گودڙيو تو پير منگي پاڪر،
حامي ڏينهن حشر آهي جيلاني تہ جهان جو.

61

وجي پياسي وچ ۾ جت قلزم ڪارونيار،
انت وڏائي ناہ ڪو نڪو شوق شڪار،
نڪو سج نہ چنڊ هو نڪو آنڌوڪار،
سڃاتو سي سپرين ڏينهن انهيءَ تڪرار،
غلام حيدر غير ويو اچي عشق ڏنو اعتبار،
تن من تونهين تار وهي لهر لقاءَ جي.

62

برساتيون بادل ڪيون ڪئي آب اڇل،
راڳا مان رمزن جا روٽ ٿيا رلمل،
وحدت ويرون آئيون ٿيون تار ترايون تل،
غلام حيدر غير ويو پور چڙهيا پل پل،
حامي هر مهل هادي هر دو جهان ۾.

63

تي هيڪاندي هوت سان سنياري سبحان،
سيني سور سمائيو بره ڪئي بريان،
هلي هولي حق ڏي نينهن چالي نيشان،
سسئي ڪي سورن ۾ تيو آرياڻي اڳواڻ،
صاب پيس سڏڙا گڏي ريءَ گمان،
غلام حيدر گُر ڪيا اڇڻ جا احسان،
صدقي ڪيان جند جان سڄڻ تان سيئي پرين.

64

جانب جا ڳيو جيءَ ۾ لٿا خوف خلل،
بوندان برهه وسائيون آئي عشق اٿل،
اقرب عشق الائيو رمز روحي رلمل،
لڳو نعره نينهن جو پرت هادي پلپل،
غلام حيدر غير ويو چوٽ چڙهي چلچل،
بره ڪري بل بل وڪوڙيم وجود ڪي.

65

گاروڙين جي گام تان ٿيو معافي سڀ مرض،
اهدناالصراط المستقيم لٿو تن لرز،
ڪونهي تن قرض جي غلام حيدر گڏيا.

66

سوجهي تن صحي ڪيو چام سچو چاٽي،
موتو قبلل محو ٿيا جنتي واءُ وره واٽي،
ساڪن ٿيا سمنڊ جا جت بي پايان پاٽي،
غلام حيدر گر جي تن صورت سيباٽي،
وجئي ٿي وهاٽي ننڊ ۽ ناتو ڇا لڳي.

67

انئي پهر الله جو جن سر آيو جوش،
ظلماتي ظايع ڪري روشن ڪيائيون روش،
آدم جو اظهار ۾ پهري آيو پوش،
غلام حيدر گر سان غازين جو آهي گوش،
هادي مون کي هوش اکر پڙهايو الف جو.

68

ڪيو نغارو نروار درس وڄايو دم جو،
هادي حڪم حق جو درسن ڪيا ديدار،
محبت موکان لائيون لنئو لنئو منجهہ لغار،
انا احمد بلا ميمي غازين جي گفتار،
جلايو جسم کي پرت ڪري پلتار،
غلام حيدر هڪ ٿيا آڌوتن اسرار،
سامين جا سنڪار پورب ۾ پيدا ٿيا.

69

اڪ وڃي پيئي اوڏانهين جت سر ساروٽي ناه،
هي اڳيئي ڪونہ هو آءُ مڙوئي آه،
غلام حيدر گوش ڪر هي چريا ڦاسايا چاه،
عاشقن الله ريڙهي وڌو آه رڳن ۾.

70

ريڙهي وڌو آه رڳن ۾ عاشقن الله
انا احمد بلا ميمي سڃاڻي صل الله
مڇي ويتا موج ۾ جاڳائي جل الله
غلام حيدر غيب ۾ چيو عاشقن الا الله
صدقي سارو ساه گهورڻ گهوران گهوٽ تان.

71

نوري نانڪ شاه جو آهيان گولو گدائي،
حامي ٽيو هاشمي اچي باري بچائي،
غلام حيدر ناه ڪو ڪئي احمد عطائي،
محمد مانڊائي مشڪل سيئي معاف ڪيون.

# (الف)



## ڪلام نمبر 1

آهــي ســـيـ الله جــاڏي ڏســـان جيــڏيون.

محمــد مــوج الله جـي سـا صــورت صــل الله
هنــدو مــؤمن نــاه ڪـــو قيــري دم فتــاح.

دوئـــيءَ درد دبايــا پــاجهون نيـــنهن نـــراه.
هــل هنئـــين ســان هــوت ڏي وتـــي رهبــر راه.

نظــر نـــه اچـــي ڪـــو پيـــو اديـــون ريءَ الله
جـــوئي آه ســـو ٿيـــو عاشـــق ڏســـين ڏاه.

جــوش جانــب جــو جــيءَ ۾ جاڳــايو جــل الله
غــلام حيــدر گــوش ڪــر هــردم هــادي هــو الله.

## ڪلام نمبر 2

اسان محبت تنهنجي منگي تون بادشاهہ آهين بي رنگي.

عــشق الــيلان ڏاڍيــون لائيــون جــوش جــاڳيو دل جنگــي.
جهـــڙي تهـــڙي دامـــن لڳـــڙيس تـــوڙي شـــرابي ڀنگـــي.

هـــر صـــورت ۾ ســـئير مچـــايئي عربـــي رومـــي زنگـــي.
ڪتـــي ايـــران طـــوران بنـــايئي ٽـــوپي پـــوش فرنگـــي.

غـــلام حيـــدر غيـــر ويـــو ســـي وره تنهنجـــي دل ونگـــي.
پيـــر مغـــان پيـــر جـــام پيـــاريو تـــرت لاتـــائين تنگـــي.

## ڪلام نمبر 3

اٿـئـــــي پهـــــــر اداس،
منهنجـــو مـــن مـــاروءَ ڏي.

ساريون سنگهارن کي سڏڪيون،
ســـــــــڏڪي ســــــاس.

ڪهـــ ڪٿـــون پـــن بافتـــا،
منهنجـــو روح تـــہ تـــن سان راس.

ملـــڪ مـــارن تـــي ميـــنهن،
مهـــــر جـــــا وڻ ٽـــڻ وره واس.

غـــلام حيـــدر غـــم لهـــي ويـــا،
وســـــري ويـــــا وســـــواس.

## ڪلام نمبر 5

اٿــانگي عـــشق جـــا لائـــي مئـــي دل جـــوش جاڳـــائي،
پـرن آڙاه نـدراوڙيون گگـن گـاه جيـئن ڪـري گوڙيـون،
جلائـــن جـــسم ڪـــي ســـوريون بـــره دم بـــين وڃـــائي.
هليـــا عاشـــق هٽـــي نعـــرو چـــڏي هـــن لـــوڪ جـــو لارو،
وٺـــي ســـر ســـير اوپـــارو جـــدا ٿيـــا جـــسم ڪـــان جـــائي.
ڏٺـــو جـــن عـــشق جـــو شـــعلو هليـــا عاشـــق پڄـــي پولـــو،
چـــڏي هـــن روڳ جـــو رولـــو تماشـــا طـــور ســـينائي.
اگڻ دم عـشق جـون هونگـان پڳـي غيـرت ڏيـئي چونگـان،
وڃـــايون ســـوز ســـپ ســـونگان فـــدا ٿيـــا فڪـــر فنـــائي.
غـــلام حيـــدر جنبـــي جاڳيـــا وره جـــي واٽ تـــي واڳيـــا،
ٿيـــا ســـي سرســـري ســـاڳيا صـــفا دم نـــور صـــفائي.

## ڪلام نمبر 5

اهــي آڏوتـــي اڄ مـــوٽ رمـــزان روز رلائـــين ٿـــا،
چئنچـــل چـــاڙهي چـــوٽ ســـرندا ســـوز وجـــائن ٿـــا.

ســوز سناسين سر تي چايو محبت وارو ميـنهن وسايو،
پيجـــي عـــدم جـــي اوٽ جلـــدي جـــسم جلائـــين ٿـــا.

بـره بيراڳـي عـشق ڪيـڙا نيـنهن نـشابر ناميـان نيـڙا،
اســـم ذاتـــي دم چـــوٽ ســـامي ســـنک وجـــائن ٿـــا.

عشق اليلان چوليون چٽڪن بـره جا باشا دم دم اٽڪـن،
گهـــور ڪيـــون ڏس گهـــوٽ ســـورهيہ ســـر ســـنيائن ٿـــا.

غلام حيدر گر گفتاران لنئو لنئو لولي تانگهہ تنواران،
پيجـــي ڪفـــر جـــا ڪـــوٽ مرشـــد مـــدد ملهـــائن ٿـــا.

## ڪلام نمبر 6

آءُ تـــان آهيـــان ســـبر ســـبحاني آدم ڏيـــل ڏســـڻ ۾ آيـــو،
منجهہ وجـود ديـدار دلبـر جـو آهـي نـورؤن نـور نـشاني،
انـــا احمـــد بـــلا ميمـــي آهـــي جلـــوه ذات ربـــاني،
الانـــسان ســـري وانـــا ســـره پـــڌ فرمـــودو فرقـــاني،
نوبـت نيـنهن وجـائي هـردي آهـہ سـوز سـدا سـبحاني،
غـلام حيـدر گـم صـورت ۾ ڏسـيو هـادي حـرف حقـاني،

## ڪلام نمبر 7

اسين پاڻ ڪان پاڻ وياسي ڪنهن جاءِ ٻيءَ پياسي
ونحن اقرب ويجهڙو اسان موتو مري جياسي،
هر دم هاديءَ حال ۾ اسان نوبت نينهن نياسي،
جانب آيو جوءِ ۾ اسان صدقي سر ڪياسي،
لاحد لولي يار جي اسان روحي رمز رلياسي،
غيرت ڳالهيون غير جون ٻيا وهم سڀ وياسي،
وحدت ويريون آئيون اسان سوري صاف ٿياسي،
غلام حيدر گر سان اسان هردم هڪ ٿياسي،
چشمن چوٽان لائيون اسان گوشي در ڳڏياسي.

## ڪلام نمبر 8

اندر ويتو اور ٻاهر ٻاق نہ نڪري،
ونحن اقرب ويجهڙو گهوريون پيو سر گهور،
محبت جي ميدان ۾ تڪ نڪي ٻيا تور،
ساميءَ ٿينداءِ سوجهرو پائڻ پنهنجو پور،
پو پناري پر جي ڏونگر ويتو ڏور،
غلام حيدر گوش ڪر سڳو سچ جو سور.

## ڪلام نمبر 9

آهي ڙي ڪا ساهيڙي مونسان ڪيچ ڏٿين ڏي ڪاهيڙي،
جيڏيون وس نہ پانهنجي ڏور وڏي ڪنهن ڏاهيڙي،
جنهن جي پرت پنهل سان چپر تهين ڪي چاهيڙي،
ٻانهي خان بلوچ جي تيس لاڳاپا لاهيڙي،
پنهل تہ آهي پاڻ ۾ ڏس ڏنو ڪنهن ڏاهيڙي،
جنهن ڪي سڪ سنباهيو ڏپ هلي سڀ ڏاهيڙي،
غلام حيدر گر سان روز روحي دم راهيڙي،
ملنديس جام پنهل کي جنهن جي نيڻ ڪي ننڊ ناهيڙي.

## ڪلام نمبر 10

السيلان عشق جون آيون،
ويون وسري ٻيون وايون.

جڏهن دلبر لايون ديدان عشاقن سر ٿيون عيدان،
ڏٺيون دل رمز رسيدان ڀاريون بره ٻيڙ ٻاهيون.

لڳو نعرو نوبت شاهي جاڳيو دم جوش دل جائي،
هيمشہ حق همراهي آيو هت لا اصل لاهيون.

آئي هو حق جي مستي وسائي وره دل وستي،
ڪڍائي غير جي هستي نوان لک شوق جاڳايون.

غلام حيدر گڏيا غازي دائم دل در درازي،
ڪريان دم دم اتي آزي پوان پيرين تهين ڪاهيون.

## ڪلام نمبر 11

اسين آياسي اصل اوڏاهون دين ڪفر کان پنڌ پراهون،
عبدہ احد گم جو ٿيڙو پيش پرينءَ جي جيڪو پيڙو،
هو هو آدم پائي ليئڙو درد ڪرايون تهدل دانهون،
انا احمد بلا ميمي سونهن سچار وقول ڪريمي،
هندو مؤمن آه هڪوئي طير بهائم سئير سچوئي،
دوئي دل مان ڪڍ تون ڏوئي و نحن اقرب محب مداحون،
غلام حيدر شاه جيلاني لنؤ لنؤ اندر جانب جاني،
رمز سهڻي جي بات نهاني پير مغان جون پشت پناهون.

## ڪلام نمبر 12

اٿـي چرخـو چـور ڪـتڻ ٻـاجهون ڪـين سـيباڻي،
تـاڙيون رک طلـب جـون محبـت منجهـان ڪـوڙ،
ويهـ نـ ٿـي تـون ويـسلي نيٽـين ننـڊ اکـوڙ،
راتيـون ڏينهـان روح ۾ سـڳو سـاجن سـور،
ڪُـل ڏاڏي ٿـي ڪانـڌ جـي پـائڻ پنهنجـو پـور،
ڪيـڏانهن ڪنـدينءَ ڪپـڙا جـڏهن ڪٽـيءَ ڏور،
غـلام حيـدر گـولڙو آه سـتگر تـان سـر گهـور.

## ڪلام نمبر13

اڏاري نيـــنهن جـــي نيـــڙا،
چڙهـــي عاشـــق عـــرش ويـــڙا.

سـدا منجهـ سـئير سـبحاني پـين پـر جـام نـوراني،
ٿيـا سـي مـرد لاثـاني موتـو قبلـل مـري جيئـڙا.

چٽيـون دل چـوه ۾ چوليـون نحـن اقـرب ٻـڌي ٻوليـون،
ڏنيـون سـتگر سچيون لوليـون ڏناسـي ڏيـنهن جـا ڏيئـڙا.

ڏنـو جلـوه جنهـين ذاتـي انـدر منجهـ عـشق اثبـاتي،
پـي ڪـر پـر جـام پرياتي چـڏي هـن لـوڪ جـي ليئـڙا.

غـلام حيـدر هليـا غـازي ڪيـڏن باڪـا بـره بـازي،
هميشـ رمـز حـق راضـي پـرينءَ جـي پـيش نيئـي پيـڙا.

## ڪلام نمبر 14

آهيان اصلئون ذات اداسي ماڳ مسافر دم تي آيس،
اچي آدم ۾ ڪيل ڪلايم سؤ سؤ روپي رنگ بنايم،
اچي ٿيڙس گم غواصي،
آيو آهيان لا مڪاني آدم صورت ڪيم نشاني،
هت ڪيڙس سوز سناسي،
لک قبائون پوش ڪيا سي هڪڙا لاهي بيا ڍڪياسي،
اچي ٿيڙس پاڻ پياسي،
غلام حيدر نينهن نظارو بره بقا جو وڳو نقارو،
اهو تم ٿيو طلسماتي.

## ڪلام نمبر 15

آءُ مل ماهي ڪانگ اڏايان روز ازل کان تنهنجي آهيان.

نينهن تنهنجي جون جگر ۾ جايون،
فوجان حسن جون بره بڄايون،
ڳالهه اوهان جي بڌايان،
پلپل ڪن ٿا پور پسارا دمدم دلبر نينهن نظارا.

اڳ اچين مون سيج وڇايان،
يار اسان ڪي مل اچي تون ويڙهي وسندين يار سدا تون،
سر صدقي تي مان گهور گهمايان.

غلام حيدر در تو گدائي احمد ذات ڏئين مون عطائي،
پس پيش تنهنجي هيءُ ڳالهه ڙي ڳايان.

### ڪلام نمبر 16

آهـــي جـــاڏي ڪـــاڏي پـــرين پـــاڻ ميـــان،
اڃـــي نظـــر نـــہ ٻـــاجهون پنهنجـــي،
ونحـــن اقـــرب ويجهـــو آهـــي ٻـــڌ ٻاروچـــل پـــاڻ ميـــان،
انفـــسڪم اشـــارو آيـــو اهـــو اٿئـــي اهجـــاڻ ميـــان،
جوءِ انهيءَ ۾ جسم ويو سي موج چڙهي مهراڻ ميان،
غـلام حيـدر گـم ڪـر هستي رکـي سـرت سجاڻ ميـان.

### ڪلام نمبر 17

آهـي ٻــ هـو هونـدو ٻــ هـوءِ ڪـل مـن عليهـا فـاني دگـر،
ٻـــي شـــيءِ جيڪـــا ڏســـڻ ۾ آئـــي رمـــزن واري روءِ،
ونحـــن اقـــرب چـــو نـــہ تـــو ســـڃاڻي جانـــب آيـــو جـــوءِ،
ڪـــربلا ۾ ڪـــوس ڪرايئـــي زمـــين زمـــن ڏو ڏوءِ،
فـــاذڪروني ذڪـــر آهـــ ذاتـــي خـــوديءَ ڇـــڏ خـــوءِ،
پاسي ڪر نہ تون پنهنجي پر ڪي وٺ قالو بلئٰي واري ڪوءِ،
غـــلام حيـــدر حيـــرت حـــق جـــي دم قـــدم آرزوءِ.

## ڪلام نمبر (ب) جو

### ڪلام نمبر 18

بـــره ڏس بـــارش ڪـــري ســـر عاشـــقن جـــي آئيـــو،
ڪـــربلا واري قتـــل جـــو رنـــگ لاهـــوتين لائيـــو،
عيـــنن ســـندي آڙاهـــ ۾ اڃـــي پيـــر غـــازين پـــائيو،
محبـــت ســـندي ميـــدان ۾ اڃـــي صـــادقن ســـڏائيو،
شـــاهہ شـــمس الحـــق جـــي ڪـــل چـــون ٿـــا لاهيـــو،
ٻـــي نـــہ ڄـــاڻن ڳالهـــ ڪـــائي ناهـــ نـــوڙهن نـــاهيو،
غـــلام حيـــدر گـــل ٿيـــو اڃـــي غـــم گيلاتـــيءَ لاهيـــو.

## ڪلام نمبر 19

بي رنگي سب رنگ ۾،
آئيو ويس ڪري واه واه.

انا احمد بلا ميمي،
ڪفوا احد قل هو الله

صورت مرسل سير مچايو،
موج ڪري گجگاهه.

هر جاءِ هوڪا يار هلايا،
جبروتي جل الله

غلام حيدر گم الله ۾،
هر دم حيدر هو الله

## ڪلام نمبر 20

بيهان ڪيئن پنيور ۾،
منهنجو پنهل سان پاهت.

پڙيون پاروچل سان منهنجو،
اڳي هو آهت.

سيني سوز مئيءَ جي،
پٽون ڪيو پربت.

جائي يار جبل ۾،
جيڏيون ملير جت.

غلام حيدر غير ويو،
مون ڪي هاديءَ ڏنو هٿ.

## ڪلام نمبر 21

بخش ڪندين بدڪاريون يار،
مون منجهه عيب اپاري آهن.

پاند ٻچيءَ ڳل تو در پايان سهڻا نام ستار،
سهوان سهس هزاري آهن.

راتيو ڏينهان آهي اندر ۾ تن من تنهنجي تار،
آس اميدون تو منجهه آهن.

هر دو عالم ۾ هٿ ڏي هادي.

وحدت دم وسڪار،
ڪوري ڪس قلب تان لاهن.

غلام حيدر جا غم لاهين ڏيهن جا ڏاتار،
هن بندي جي بديون آهن.

(پ)

## ڪلام نمبر 22

ٻن ڏيان ٻيون ڳالهيون هر دم هاديءَ سان جاليون.
جيهي ڪيهي آهيان اوهان جي پرت ڳالهيون سڄڻ پاليون.
محبت موکان يار يوسف جون رمزان روز نراليون.
درس درازي روشن ڪيترو ڏيئي پرت پياليون.
مشڪل منهنجي معاف ڪيائون تال وڃن دم تاليون.
غلام حيدر غرض نه ڪائي هاديءَ دست دواليون.

## ڪلام نمبر 23

تنھنجـــو وڏايـــون حـــسن جـــون ھوايـــون،
دلبـــر دام ديـــدان اچـــن ســـي اٿـــايون.

محبـــت مـــوج موجـــان چڙھيـــون بـــره فوجـــان،
وجھـــن دام دل کـــي پـــرت ۾ پچـــايون.

جنھـــين جـــام پيتـــو پـــاڙي عـــشق پلـــي ٿـــو،
حيـــرت منجھـــ حيـــران وجـــن وک وڏايـــون.

نوبـــت نيـــنھن لائـــي ســـچڻ دل ســـمائي،
اقـــرب جـــو اشـــارو ڏســـن نـــيڻ نـــايون.

آءُ غـــلام حيـــدر نبـــي نـــور انـــور،
ھمـــ ملـــڪ مـــولا گھـــوري ســـر گھمـــايون.

## ڪلام نمبر 24

تـــونھين تنـــد تنـــوار مھـــل اھـــا رک دم دلبـــر ســـان،
و نحـــن اقـــرب ويجھـــڙو پـــرين نـــاھي ھئـــي پـــار،
مـــج مرشـــد جـــي ڳـــالھڙي انـــدر کـــي تـــون اجـــار،
ھـــل ھنئـــين ســـان ھـــوت ڏي پيـــرين پنـــد وســـار،
لاھـــي لاڳاپـــا لـــوک جـــا ڪـــر ڪـــتڻ جـــي ڪـــار،
غـــلام حيـــدر گـــوش ڪـــر دمـــدم ڏس ديـــدار.

## ڪلام 25

تون تان آءُ سڄڻ هڪواري،
پايان پاند ڳچيءَ ڳل ڳاري.

اجهي تنهنجي آهيان آرياڻي،
سڌ سڻي تي سهڻا ساڻي.

آهين گوهر تون گلزاري.

حسن تنهنجي جي هرجاءِ هولي،
لنؤ لنؤ لڳڙي تنهنجي لولي.

بره براتان باري.

صورت تنهنجي بي رنگ آهي،
حيرت هوش نيو سڀ ڪاهي.

نيڻن ننڊ وساري.

نور تنهنجي جو هر جاءِ نعرو،
ظاهر باطن عشق اپارو.

تنهنجي ديدن جي تہ بهاري.

غلام حيدر گر نہ پيدا،
هر جاءِ هر ڪو هو هويدا.

مالڪ تون مختياري.

## ڪلام نمبر 26

تـــو ســـان اســـان جـــي زاري،
تنهنجـــو بـــره نـــو بهـــاري.

تنهنجـي حـسن حملـو ڪيـڙو هـل درد جـو دور ٿيـڙو،
غيـرت جـو ڪـل غلبـو ويـڙو جيڪـا عـشق دل اجـاري.

تنهنجـــي اصـــل آريـــاٽي آهيـــان پنهـــل پاڃـــاٽي،
ونـــدر وجـــي وڪـــاٽي تنهنجـــي طالـــب تـــار تـــاري.

ســـهٹا حـــال مـــون ســـيوئي معلـــوم يـــار تـــوئي،
ڪيـئن بئـي چـوان مـون روئـي سُـٹي يـار ڪـر سـتاري.

تنهنجـي عـشق جـون الـيلان ڪيـون پـرت يـار پئـيلان،
مجنـون گهـري ٿـو لـيلان تنهنجـو حـسن ٿيـو هـزاري.

غـــلام حيـــدر صـــفدر علـــي نجـــف جـــو انـــور،
شـــاهي مڪـــان ڪـــوثر ڏنـــي دوســـت دلـــداري.

## ڪلام نمبر 27

تون تان موٽ مٺا دل جاني،
تنهنجي قدمن تان قرباني.

آءُ الله لڳ اڱڻ مون پيهي،
دامن لڳڙيس جيهي ڪيهي.

تنهنجي درشن لاءِ ديواني.

واٽين تنهنجي ڦل وڇايان،
گهوريون گهوريون سر گهمايان.

تنهنجي حسن ڪئي حيراني.

دوست اچي ڏيو مون دلداري،
پرت پرين تو سهڻا پاري.

تنهنجي موج ڪئي مستاني.

عشق السيلان ڏاڍيون لايون،
لنءُ لنءُ لوليون يار لڳايون.

فڪر ٿيا سڀ فاني.

غلام حيدر گُر همراهي،
هر دم هادي پاڪ پناهي.

آيو عشق ڪري احساني.

## ڪلام نمبر 28

تيو اظهار ڪري سينگار جنهين جسم جلايو.
ديدن دؤر ڪري ڪڪور آٽي عشق اتاريو.

سيني سٽڪار بي اختيار ڪري اليلان آيو.
نوبت نينهن راتيو ڏينهن دونهون دوست دکايو.

مجهہ لولاڪ تيو پاڪ متي عرش آٽايو.
نبيءَ نور حق حضور اتي عشق الايو.

اِڳو طبل ويو خلل سري سئير سمايو.
چشم چوٽ لائي گهوٽ بره باز بچايو.

غلام حيدر منجهہ نظر پرين پاڪ تي آيو.
ويا گمان سڪ سامان جيءَ ۾ جوش جاڳايو.

## ڪلام نمبر 29

تيا دين ڪفر سڀ دور ديدان دوست اڙايون.
جان جسم ۾ پڙڪن باهيون
موج مرشد جي آه منصوري ڪيڙو ذات ظهور
باتيون بره جون سچي سٽايون.
هاديءَ سبق پڙهايو سڪ جو نوروُن اعليٰ نور.
وسري ويون سي ہيون سڀ وايون.
غلام حيدر گم حسن ۾ پرت پڙهايا پور.
ليڪا سڀ هليا سي لاهيون.

(ٿ)

## ڪلام نمبر 30

ٿـــاه عجائـــب ٿـــاهين ٿـــو،
بـــي رنگـــي رنـــگ بنـــائي ٿـــو.

حـسن تنهنجـي سـهڻا هوليـون لايـون وسـري ويـون سـي ٻيـون سـڀ وايـون،
نيـــون نيـــون نوبـــت نيـــنهن وڄـــايون وحـــدت وره وســـائين ٿـــو.
عربـــي رومـــي ظـــاهر زنگـــي عجـــب ايرانـــي فـــوج فرنگـــي،
آپـــي صـــلحي آپـــي جنگـــي اهـــي گهـــوران يـــار گهمـــائين ٿـــو.
هنـــــدو مـــــؤمن هـــــل هنگامـــــان جنـــــت دوزخ درد دمامـــــان،
عـــين علـــي اســـرار امامـــان اهـــي جـــذبا يـــار جڳـــائين ٿـــو.
غـــلام حيـــدر هـــو حـــق ســـارو انـــدر ٻـــاهر نـــور نظـــارو،
انـــا احمـــد ســـمجهه اشـــارو هـــر جـــاءِ پـــاڻ پـــسائين ٿـــو.

(پ)

## ڪلام نمبر 31

پايـــان پانـــد ڳچـــيءَ ڳـــل ڳـــاري،
آهـــــــي دم دم دلبـــــــــــــر زاري.

در دن تنهنجي ڪيس ديواني راتيو ڏينهان محب مستاني،
مـون تـار تڳـان تنهنجـي تـاري.
سـڪ اوهـان جـي لايـا سـگهيرا دل تـي دلبـر تنهنجـا ديـرا،
تنهنجـــي ديـــدن ديـــد بهـــاري.
پلڪ نہ سهڻا پاسي سهندس ڏنڙي ٻاجهون مور نہ رهنديس،
دلبـــــــــــر ڏي دلـــــــــــداري
غـلام حيـدر صـدقي سـاري پاٽوپاسـي تـيس بيـزاري.
اتڪـي عـشق تنهنجـي اسـراري.

## ڪلام نمبر 32

پيئي ڪا سڏچا گذري پڙهي ڏس پنهنجي شجري،
ڪرن سودا ڪيئي ڪانيان وڙهن وهلو ڪٽي ڏانگان،
لنديءَ لوڏي ڪيا ڍانگا ٻڌائون ڪوڙ تي سندري،
اصل تون ڪونہ هئين ڪاتي خبر ناهئي ويندين جاتي،
ڪيو ڪم نينهن جي ناتي رکج دم دوست دل اجري،
اصل ڪا ڪل نہ تو ڪوڙا اجايا تو ٻڌين ٻوڙا،
فنا فاني جهمر جهوڙا وجئي تي ويل ويهہ سنبري،
پڙهي ڏس وحده وائي جاتي ڪاتي جانب جائي،
سهڻي جي پاسي سچائي آئي سڪ يار جي ستري،
غلام حيدر همہ هادي رکج دم دوست دل شادي،
وڃائي نيهن تو نادي امالڪ نيهن دل نظري.

## ڪلام نمبر 33

پاڻ نہ پنهنجو پايوسي تڏهن اناالحق الايوسي.

موج منصور کي مست ڪرايو.
شيخ صنعان کي جٽيو ٻڌايو.

برهہ بلاول گهاٽي پيڙايو رمز انهيءَ رنگ لايوسي.

عشق عطار تي ڪيون اليلان،
شمس الحق تي شوق طفيلان،

بستاميءَ سربرهہ جون ڪيلان دردن دود دکايو سي.

بره بهاران جنهن سر لايون،
دين ڪفر جون وسريس وايون،

انحد هونگان عشق مچايون جذبن جوش جاڳايو سي.

غلام حيدر گر فرمايو،
ونحن اقرب ناد وڄايو.

رمز رندي دم سير سمايو شاهي طبل وڄايو سي.

## ڪلام 34

پيـــڙا پـــٽ پچـــي مـــونکي،
ســـڪ ســچي مـارن ملـــڪ اٿـــو.

سڪ اباڻي سوز مچايو مون کي ملڻ جو سرتيون سعيو،
پيـــڙو رنـــگ رچـــي،
لـوئي اباڻي کـين لچايـان روز ازل کـان تنجـي آهيـان،
کنــدا مـــاڙ اچـــي.
مـاڙ کـري مـون ڏي مـارون ايندا هيءَ نماڻي نـال گڏيندا.
کنــدا کانـــ کچـــي،
غـلام حيـدر غـم لٿاسي ساڻ سنگهارن سڪ گڏيا سي،
پيـــڙي مـــوج مچـــي.

## ڪلام نمبر 35

پـيش توهـان جي يـار پياسـي پنهنجـو سـگ سنيالين،
سڏ سـٽي کـر ويـر تـون واهـر سـهٽا سـنجهہ صـباحين،
غـور کـري غـم لاهـہ اچـي تـون پـريتم پـاڻ پـسائين،
آءُ امالـــڪ اگـــڻ تـــون منهنجـــي جانـــب جـاءِ وسـائين.
تـــوريءَ تڪيـــو نـــاه اســـان کـــي ســـاجهر مـــن ســـدائين،
واهرڪـــر وســـيلا مـــونتي مـــولا ميـــنهن وســـائين.
هـــر دو عـــالم ۾ هـــادي همـــدم نوبـــت نيـــنهن وجـــائين،
عيـــب نـــہ قـــول اســـان جـــا عاشـــق مـــديون سـنپ مٽائين،
ڪـــچ ڪمـــايم ڪـــوڙ پـــسارو چـــين کـــان تـــون چـــڏائين.
دم دم عـــشق الائبـــي آون جانـــب جـــوت جاڳـــائين،
غـــلام حيـــدر گولـــو آهـــي تـــنهن کـــي درس ديکـــائين.

## ڪلام نمبر 36

پل پل پوي ٿو پور مون کي پور عشق جو،
اهڙو ڪونهي سور جهڙو سور عشق جو.
بيمارن جون لک دوائون مرض مريض وجن ٿا ڇٽايون،
نيسائجي ٿو ڪين ڪي ناسور عشق جو.
مئي نشو ۽ شراب ملي ٿو پل پهر ۽ ڪلاڪ هلي ٿو،
سامائجي ٿو ڪين ڪي مخمور عشق جو.
غلام حيدر غم نہ آهي قطرو غير رهيو نا آهي،
ٻڌائجي ٿو ڪين ڪي مذڪور عشق جو.

نوٽ: ڪن راوين جو چوڻ آهي تہ هي ڪلام فقير صاحب ان وقت چيو آهي، جنهن وقت پنهنجي مرشد کان طلب پڇي اچي پنهنجي ڳوٺ پهتو ۽ سڪ بہ سرس ٿي هيس. هي ڪلام سندس پهريون ليکجي ٿو.

(ق)

## ڪلام نمبر 37

قوڪ تہ لڳي عنبرين عاشق ڪين اُجهاڻ.

دين ڪفر جي دل ڪئون ڪڍي ڇڏ تون ڪاڻ،
ونحنِ اقرب ويجهڙو تنهنجو توئي ساڻ.

درازي درياهہ جو وهي نيهن نياڻ،
ڇڏ هڏي جي هوڏ ڪي تتيءَ ڪي ناتاڻ.

پري نہ پائج پرينءَ کي اتي پر ڪان اوڏو پاڻ،
غلام حيدر گوش ڪر هر دم هادي ساڻ.

### ڪلام نمبر 38

قير عشق صلوات سبحاني،
سر ساه ڪرين قرباني.

ملت مذهب دين ڪفر ڪون،
سٽ سئير ڪرين سلطاني.

آدم سر اسرار الاهي،
چوڙ چلين جسماني.

اندر ٻاهر هو حق سارا،
اقرب عشق نشاني.

غلام حيدر ڳم صورت وچ،
درد لڳا دل جاني.

(ج)

### ڪلام نمبر 39

جن وڏي آه اک اوڏاهين دوست جي ديدار ۾،
مرد سي ميدان آيا سوز جي سٽڪار ۾.
رت روئن راتيو ڏينهان عشق جي انظار ۾،
ماڳ هن منصور ڪي ڪنهن درد آندو دار ۾.
شمس ڪل خوش تي ڏني ڪنهن درد جي ڏنڌڪار ۾،
قتل ٿيو ڏس ڪربلا ۾ سوز پيو سنسار ۾.
غلام حيدر گل علي سرور سچو گلزار ۾،
موج مرسل جي مڃي تي سرخرو سرڪار ۾.

## ڪلام نمبر 40

جتــي بــره لايــا پڙڪـــارا.
اتــي ديـن ڪفـر جـا چلـن نـہ چـارا.

نوبــت نيــنهن هڪـا دم هــادي.
مـــدد مرشـــد شـــاه درازي.
جـنهن جـا دم دم عـــشق اشــارا.

بــي رنــگ بــره پــڌائي بــولي.
ونحـــن اقـــرب عـــشق پرولـــي.
چــــاتيءَ ۾ چمڪـــــارا.

لنـؤ لنـؤ لـولي محبـت موجـان.
چئو چئو ڦير حسن جون فوجان.
وحـــدت جـــا وســـــڪارا.

غــلام حيــدر حــق ســمجهايو.
عـــشق الله بـــن پنـــڌ اجـــايو.
هـــاديءَ حڪـــم ســـچارا.

## ڪلام نمبر 41

جـــــل الله صـــــل الله هـــــو الله
محبـــت جــــي نـــــہ مڻينـــــدا.
لاهـــوتي تـــــہ لقـــاءَ ۾ چوڻـــا وره وڻينـــدا.
ديــدن جـــي ديــدار ســان قلبئــون ڪــس ڪڻينـدا.
جهـــڙا تهـــڙا پانهنجـــا چپـــر ڪــين ڇڏينـــدا.
پــرين جـــي پيــزار تـــان ســورهيہ ســر ســٽيندا.
غـــلام حيــدر غيــر جـــي هـــستي ســپ هٽينـــدا.

## ڪلام نمبر 42

جتــــي عــــشق الله ڏم لائــــي،
راتيـــو ڏينهـــان وحـــدت وائـــي.
بـره براتـان نـور نوازيـون دم دم عاشـق ڪـن تـا آزيـون.
جـوش جڳـائن جـائي جـائي
نوبـت نيـنهن سراسر سـولي عاشق اصلئون ڪن قبـولي،
مشرق مغـرب عشق اليلان دين ڪفر ۾ چـل مـل چوليـان،
جانـــب جـــوت جڳـــائي
غلام حيدر گم صورت ۾ مرسـل مـولا محب مـورت ۾.
آهـي عينئـون عـين الاهـي.

## ڪلام نمبر 43

جـــن جاڳـــايو جـــيءَ ۾ رمـــز روحـــي دم نظـــر
ونحـــن اقـــرب ويجهـــڙو برهـــ بـــالا دم بـــشر
ويريـــون وحـــدت جـــون چڙهيـــون در دؤر دنيـــا دربـــدر
قـــل هـــو الله احـــد الله هـــر دو عـــالم هـــو حـــشر
شـــاهه نجـــف شـــه مرتـــضيٰ آ ســـيد خيرالبـــشر
حـــسنين هـــادي دائمـــا ســـوز دارم در جگـــر
عـــشق آدم چـــائيو لعـــل لاهـــوتي لهـــر
پريتئـــون پتـــنگن پيـــل ڪئـــي مـــست دنيـــا دم گـــذر
غـــلام حيـــدر پـــاڻ نـــاهي عـــشق جـــو آهـــي اثـــر
هـــو هوايـــون حـــق جـــو نـــاه تـــنهن ۾ ڪـــو ڪثـــر

## ڪلام نمبر 44

جتي عشق لايون هُل هُلان اتي ڇا ڪندو قاضي ملان
بره براتان جڏهن سٽايون وسري ويون سي ٻيون سڀ وايون
ڀول لٿا ڀل ڀلان
مسلن واٽان وره وڃايون نفل نمازان ڪسب ڪمايون
عشق واري ڇل ڇلان
بوندان بره وسائن باري، درد وندن ڪي دم دم زاري
قرب ڪيا ڪل ڪلان
غلام حيدر گر گڏيوسي، وهم طلسم سڀ ويوسي
ڇول لايون ڇل ڇلان

## ڪلام نمبر 45

جيئن پوءِ تيئن زور،
تون تان عشق ۾ دم اور.

راتيو ڏينهان روح ۾ سهڻو ساجن سور،
واڳون وار وطن تي خيما هتان ڪوڙ،
هڻ نغارو نيهن جو ڀيائي سڀ تون ڀوڙ،
ڪنجڪ وٽ ڪريم جي تون عشق الاهي لوڙ،
مر اڳيئي موت کان پائڻ پنهنجو پور،
غلام حيدر گوش ڪر تند تونهين دم چور.

## ڪلام نمبر 46

جيـــڏيون وس نـــہ آهيـــان،

منهنجـو هـــٿ هـــادي جـــي ڏور.

اديـــون عـــشق عجيــب جــو ظـــاهر بـــاطن زور،

ڪـــاڪيون قـــول قريـــب جـــي پـــائڻ پنهنجـــو پـــور،

دلبـــر جـــي ديـــدار ۾ گهوريـــون پيـــو ســـر گهـــور،

راتيـــو ڏينهـــان روح ۾ تنـــد تـــونهين دم چـــور،

غـــلام حيـــدر گـــوش ڪـــر تـــڪ نـــہ ڀيـــا ڪـــي تـــور.

## ڪلام نمبر 47

جانـــب آيـــو جيـــڏيون،

جيڪـــو اڳـــڻ اجـــارو.

دم دم دل ۾ آهـــن عيـــدان لڳـــو نيـــنهن نغـــارو،

پـــرين جـــي پيـــزار تـــان آهـــہ صـــدقي ســـر ســـارو،

اجهـــو احمـــد عـــاربي منهنجـــو مرســـل مٺيـــارو،

اجهـــو عاصـــيڙن جـــو آهـــي جانـــب جيـــارو،

غـــلام حيـــدر گـــوش ڪـــر ڇـــڏ لاســـندو لارو.

## ڪلام نمبر 48

جيـــئن پـــوءِ تيـــئن زور،

تـــون تـــان عاشـــق دم پيـــو اور.

ڇـــڏ مـــسئلا ملـــن جـــا ڪـــوڙ آ آهـــن ڪـــور،

وحـــدت ويريـــون آئيـــون بـــره بڇايـــا بـــور،

نوبـــت لائـــج نيـــنهن جـــي تـــڪ نـــہ ڀيـــا ڪـــي تـــور،

انـــدر بـــاهر ســـپرين پـــائڻ پنهنجـــو پـــور،

ڇـــڏ دنيـــا جـــي دوســـتي عـــيش الاهـــي لـــوڙ،

غـــلام حيـــدر گـــوش ڪـــر ڀيـــا ئـــي ســـڀ ڀـــوڙ.

## ڪلام نمبر 49

جنهين جام پيتو هتان شاهه شافي،
لٿا غم تن جا ٿي ويا مرض معافي.
ڪهين ٿو تون ڪوڙا ٻڌين ٿو تون ٻوڙا،
چوين ٿو آهيان مان اتي اچ اوطاقي،

هي جوتو جڳاٽو فاني ڏس فراقي،
صحي ڪر سريرون صفا سرڪ ساقي،
وٺج مت مرشد اندر ٿي اوطاقي.

ڪعبو دل تنهنجي آهي سو الاهي،
مڪو ۽ مدينو ساري بادشاهي،
پسي پس اندر ۾ ڪولي تن تاڪي.

غلام حيدر پري ناهه پرور،
تو ۾ تار تونهين ٻري نور انور،
وحدت نور واحد وئي سڀ هلاڪي.

## (چ)

### ڪلام نمبر 50

چشم چال ڪري ڏمال،
دونهال درد دکايا.

نيڻن ناز دل نواز عقل سات لٽايا،
زلفن زور ڪري ڪڪور محبت مچ مچايا،
منهن مهتاب ڪري تاب سورج سهس ڇپايا،
مزگن تير لائي بهير قلعه ڪوٽ ڪنبايا،
بيني بول لائي جهول خطره خام ڪپايا،
غلام حيدرؒ در دلبر گهوٽن سر گهمايا،
هاديءَ نور خود حضور سبق پرت پڙهايا.

### ڪلام نمبر 51

چورج تند طنبور،
ويهه نه طالب مات ڪري.

و نحن اقرب ويجهڙو ڏس تون ڏيان ڏري،
انفسڪم اشارو آيو پرين ناه پري،
غازي گذارن سون سيوئي پتل ڪيڏي پري،
غلام حيدرؒ عشق الله دم پيالو پيءُ پري.

## ڪلام نمبر 52

چرخو چور چري پيري پيج پري،
اها مهل اٿئي ايندءِ ڪانه وري.

سڪ منجهارون يار سجاڻي ويهه نه پنهنجو ائٽ الاڻي،
عمر هڪ گهڙي اٿئي خاڪ دڙي.
هي جڳ سارو ڪوڙ پسارو هت ٿي آئين تون وڻجارو،
قالوءَ قول پڙهي ويهج ڪين وري.
سوين سڪندر دارائن جهڙا هٿين سڪٽا هتان جي ويڙا،
هلين ڪانه ذري ويڙن گور ڳري.
درد الله بن دو رنگ آهين تسبيون تو تڙ ڪسب ڪمائين،
موتو ڏس مري جيئن پوءِ وري.
غلام حيدر مج تون غلامي يار يوسف جي در ٿيءُ سلامي،
ڇڏ تون لاءِ لڙهي اٿي يڪ ڏري.

## ڪلام نمبر 53

چڙهي ڪا وير وحدت جي امن جي ملڪ آياسي،
پئي دل دوست دم ڏوري نشي ۾ نيهن نياسي.
ڏسي حيرت حسن هادي امالڪ عشق لنؤ لاتي،
نڪو مسلو ملان قاضي انا الحق گيت ڳاياسي.
لڳ نعرو نسنگ نوبت اناالحق ذوق دم ذاتي،
قلزم قلب ٿيو سارو چوڏس ۾ رنگ رلاياسي.
لائي ستگر سچي سڪ ساه حمايت هر دو عالم ۾،
ويون سپ غير جون وايون منجهان سوزن سماياسي.
غلام حيدر گذر مولا سجاتو يار مون ساڳي،
مليو مرشد اديون مون کي عطر محبت وساياسي.

## ڪلام نمبر 54

چـــڏ فـــرق لاهـــي شـــڪ،
هڻـــي نيـــنهن نغـــارو.
واق وار دم ديــــدار اقــــرب عــــشق اشـــارو.
نوبــت نــيهن گجــي شــينهن ســدا يــار ســوپارو.
ٿــي وهلـــور نـــورن نـــور چـــڏي لاءِ جـــو لارو.
منجهـــ صـــفات ذات ۾ ذات آه عـــشق اويـــارو.
پـــاڻ وســار جـــيءُ جيـــار وجـــي چـــو تـــون آوارو.
ڏئـــيءُ بهـــر دم گـــذر دنيـــا ڪـــوڙ ٿـــي ڪـــارو.
غـــلام حيـــدر يـــڪ نظـــر تـــونهين تنـــد تنـــوارو.

## ڪلام نمبر 55

چـــڏ ادا ڇـــوڪر نـــ ٿـــيءُ،
تـــون وٺ وســـيلو يـــار ڪـــي.
ســڻ نــصيحت ســوز جـــي گـــوش ڏي گفتـــار ڪـــي،
دم بنـــا هـــڪ دوســت جـــي پـــس نـــ ٻئـي ڪـنهن پـار ڪـي.
روز شـــب ڏس يـــار تـــون چـــو چـــڏين تـــنهن تـــار ڪـــي،
مهـــل موچـــاري اٿـــي هـــيءُ ســمجهـ ســر اســرار ڪـــي.
ڪـــر نـــ ايـنـدي ڳالهـــ ڪـوڙي ســوز بـــن ســرڪار ڪـــي،
دوســـتي دنيـــا ســـندي ڇـــڏ لنـــديءُ جـــي لار ڪـــي،
غـــلام حيـــدر گـــوش ڪـــر ڪـــڏ ڪـــوٺي آزار ڪـــي،
قـــالو بلـــيٰ جـــي قـــول قـــابو عاشـــق ڏســـن اســـرار ڪـــي.

## ڪلام نمبر 56

چـــڏ پچـــر پرائـــي جـــي،
تـــون ســـمجهين ســـر ڪـــي.
موڳـــا پنـــيءَ مـــال جـــي ويئـــي، عمـــر اجـــائي،
همـــه اوســـت ســـان هـــڪ ٿيـــا ســـي ڀـــوڙي ڀيـــائي،
جتـــي پـــاڻ الله آه اتـــــي رهـــــن مـــــولائي،
غـــلام حيـــدر گـــر ســـچي نيـــنهن نوبـــت وڄـــائي.

(ح)

## ڪلام نمبر 57

حـــسن لايـــا هـــل ڙي ســـرتيون،
ننگـــيءَ نانـــڪ شـــاهه جـــي.
آئـــي آري ڄـــام جـــي معـــاف ٿيـــا مـــشڪل ڙي ســـرتيون،
محـــبن جـــي مجلـــس ۾ گفتـــي ۾ گـــل گـــل ڙي ســـرتيون،
اچـــڻ ســـان عجيـــب جـــي پـــول لٿـــا پـــل پـــل ڙي ســـرتيون،
اديـــون مـــون ســـر آئيـــو عـــشق ڪـــري هـــل هـــل ڙي ســـرتيون،
اديـــون مـــون گهـــر آئيـــو دوڙائـــي دلـــدل ڙي ســـرتيون،
غـــلام حيـــدر غيـــر ويـــو پـــور چڙهيـــا پـــل پـــل ڙي ســـرتيون.

## ڪلام نمبر 58

حـــسن جـــون فوجـــان چڙهيـــون پـــل پـــل پـــرين پـــور لڳـــا.
بـــن ڪـــر لـــک ڪـــروڙين ڪوڙيـــون ديـــدن جـــا دســـتور لڳـــا.
ســـيني ســـاز ڪـــڙا ڪيـــا ســـارنگ محبـــت جـــا مـــذڪور لڳـــا.
آڳهـــه عـــشق جاڳايـــا جـــذبئون جيـــئن مـــوجن جـــا منـــصور لڳـــا.
غـــلام حيـــدر هـــر دي هـــادي لنـــؤ لنـــؤ طلـــب طنبـــور لڳـــا.

(خ)

کلام نمبر 59

خطــــره خــــوف لنگھيــــا ســــي،
وجــــي پــــار پــــرين جــــي پياســــي.
جتــي ملــڪ امــن جــو آهــي عاشــق لنگھيــا اڳتــي ڪــاهي،
وجــــي نــــازن نيــــنهن نياســــي.

مــسان واتــان ســيئي چــڏيون ســي نــاتو دلبــر نــال ڳنڍيوســي.
مطلــــب ســــي ملياســــي.

چــوڏس مــوج چڙهــي دل جــا ڪــي نوبــت نــيهن نــشابر لاڪــي،
پــــاٽئون پــــري ٽياســــي.

ڪيــڏن بــاڪ ابــره جــي بــازي رهــن رضــا تــي هــر دم راضــي.
ســــچ جــــا ســــخن چياســــي.

غــلام حيــدر هــر دم آهــي دلبــر بــاجهون ٻيــو وري چــاهي،
اســــان ســــاڳئي ســــر ٽيــــا ســــي.

## ڪلام نمبر 60

درشن تنهنجي لاءِ دوست پيارا نيڻ وهايم نيون ۽ نارا،
جيئڙي جوش جاڳايا جاني،
موج ڪئي دل دوست ديواني،
ٻانهن جي ڪيو مون ڪي ٻانهي وره وڇايا نينهن نغارا،
آءُ الله لڳ يار اڳاهون،
عيب نه قولج ڪيڙم آنهون،
در اوهان جي دم دم دانهون ٻاجهه ڪرج ڪا محب متارا.
ٻره جا باشا عين اٿائن،
لنءُ لنءُ اندر جوش جڳائن،
دين ڪفر جي دعويٰ ڇڏائن موتو قبلل عشق اشارا.
غلام حيدرؒ اگهيون الاهان،
در مرشد جي ڪيڙم دانهان.
دم دم ڏيندا يار پناهان ڪرم سهڻي جا لک هزارا.

## ڪلام نمبر 61

ديد درازيءِ شاهه ۾،
منهنجي سرتيون سنجهه صباح،
پرين ڪيو پانهنجو ڪئي نانڪ شاهه نگاهه،
اڳڻ مون عيدان ٿيون جڏهن آندا پرين الله
مدد مريدن سان ٿيو هميشه همراهه،
آهي روز ازل کان مون کي پرين جي پناهه،
غلام حيدرؒ غير ويو سي ٿيو سهڻو ساه پساهه.

## ڪلام نمبر 62

دلبـــــر ديـــــدان دوســـــت اڙايـــــون،
وسـري ويـون سـي پيـون سـپ وايـون.
تـن مـن تـاران دوسـت جـون دائـم جانـب جـوش جاڳـايون،
عـــشق الـــيلان وحـــدت ويـــرون بيـــشڪ بـــره بچـــايون،
لاحـد لـولي پـڌي سـي اوهـان جـي محبـت مـچ مچـايون،
غـلام حيـدر غـم لٽاسـي ڳـڻ سـوين تنهنجـا ڳـايون.

## ڪلام نمبر 63

دم دم تـــــــــو در زاريـــــــــون،
پايـــان پانـــڌ ڳچـــيءِ ڳـــل ڳـــاريون.
آءُ اڳـڻ مـون يـار سـدائي گهوريـون گهوريـان جيئـڙو جـائي،
عيـبن هـاڻي اصـلئون آهيـان در تنهنجـي تـي پهـون پاڏايـان،
ســـــٽي ڪــــر ســـــتاريون.
تـوريءَ نـاه تڪيـو پيـو ڪـوئي در تنهنجـي تـي آيـس روئـي،
بخـــشش ڪـــر بـــدڪاريون.
غـلام حيـدر سـوال سـجايو آقـا منهنجـو عـرض اگهـايو،
صـــدقي ٿيـــان ســـؤ واريـــون.

## ڪلام نمبر 64

ڏيان باه پنيور ڪي منهنجو جانب جيارو،
ونحن اقرب ويجهڙو اچي نر هنيون نعرو.
ڪاڪيون وساريان ڪين ڪي اهو ڪامل ڪوهيارو،
حسن تنهنجي هوت ڪيو اچي پرتئون پسارو،
دم تهين دوست جو آهي انفس اشارو،
نانڪ شاهي نور جو ٿيو چوڏس چمڪارو،
غلام حيدرؔ غيب ۾ جنهن جي جوش جياريو.

## ڪلام نمبر 65

ڏس هادي جي حڪمت،
جنهن جهوليءَ سڄ جهلايو.
سرتيون صدقي يار تان ساه سارو ۽ رت،
جنهن پيچ پرت جو پايو،
پرين ڪيو پانهنجو مچائي محبت،
جنهن مهرؤن مينهن وسائيو،
نعرو نانڪ شاه جو ساري عالم ۾ عبرت،
جنهن چوڏس چمڪو لايو.
هادي ڏني حق جي مون کي روحي سا رحمت،
جنهن جوشئون جيءُ جاڳايو.
قدم رکيائون ڪارٽي جو ڪنهن کي نا قدرت،
هو ڪو يار هلايو.
غلام حيدرؔ غير ويو نينهن ڪئي نصرت،
حيرت هوش اڏايو.

## ڪلام نمبر 66

ڏيان باھ پنيور کي،
ڏسان پنھون پاڳارو.

آءُ انھيءَ جي آھيان ھو جي ڪيچي ڪوھيارو.
سڄڻ سرتيون ويجھڙو ٻڌ انفس اشارو.
ونحن اقرب ويجھڙو اڇي نر ھنيون نعرو.
لنؤ لنؤ لولي يار جي سر صدقي آه سارو.
غلام حيدرؔ گوش ڪر چڏ لا سندو لارو.
رمزن روه رتيون ڪيون ڏسي نوري نظارو.

## ڪلام نمبر 67

ڏسين ٿو ڏھاڙي ھي چلپل چوڌاري،
ڏوتاري ڏوتيءَ رن ڪيئي پاڙين جو پاڙي،
وساري وطن کي وينين تون قراري،
جنھين جو نپائي کھي وياسي ڪاڏي،
ساري ڪڻ ثمر تون تھدل ھل تاڏي،
ڪري ھل ھٿئون ئي وڃھي ڳل ڳاري،
جوڙيو ڪنھن نہ جڳ ۾ ٽڪڻ جو ٽڪاڻو،
ويو سڀ ڪو روئندو توڙي شاھ راڻو،
وھايون وڃن ٿا جو پرڪن پساري،
ڪنيو ڪاغذ بگا پھرين ويس وڳا،
ڏيکارين ٿو ڏيھ کي ڏڪايون تون ڏاڙھي،
ڪنيون تسبي ڏگھي ڦيرائين ٿو سگھي،
وس وس ڪندي وسڪين سڙيا ويئي سپاڙي،
منائين ٿو ميان ڳالھائين ٿو ٻچان،
اوڳا ويئي اجايو ھٽي جڙھ چاڙي،
لڳين لنڊيءَ لاري مُنيءَ وڏءِ ماري،
سڙيءَ ڪيو ٿي سوگھو ٻُتيءَ ڏئي ٻوٽاڙي،
غلام حيدر آيو ڪري سوز سعيو،
رکي رمز رايو ٻره ڪئي بھاري.

(ڊ)

## ڪلام نمبر 68

ڊچيون وينو ڊچ ڏاڍي جي ڏينهن رات ڪان،
پنڌ پيو اٿئي اڳتي روڳي هت نا رچ،
قتو ڪر فناءِ ڪي ٿيءُ نور اعليٰ نچ،
محبت جي ميدان ۾ ڪڍيو هاٿيءَ پچ،
صحيح ڪر سرير مان ڳجهه منجهارون ڳجهه،
دلبر جي ديدار ۾ هميشہ تون هچ،
ملان مسئلہ چو ڪرين ڳور ٺهاري ڳجهه،
غلام حيدرؔ گوش ڪر ستگر سهڻو سچ،

(و)

## ڪلام نمبر 69

رک جاڳڻ سان جار سمهڻ ڪر ساڙو،
ڪر ڪتڻ جي ڪار سمهڻ ڪر ساڙو،
سمهڻ سئي ڪي سور ڏنا ها ڏونگر ۾ ڏهڪار،
ڏوبڻ سان ڏاڙو،
ٻوڙا ٻڌين تو ڪين ڪي قبر جي ڪوڪار،
راتيو ڏينهن راڙو،
پيءُ ڏاڏو ڏسج پانهنجو وهي ويا وٽڪار،
وڃائي وارو،
جاڳ جتن ڪر هوت پنهون لاءِ غازين جي گفتار،
اقرب اشارو،
جاڳڻ واري يار جاڳايو هاديءَ دم هونگان،
وحدت وسڪارو،
غلام حيدر گر سچي سان وتي نہ پائج وار،
پرين سان پاڙو،

## (س)

### ڪلام نمبر 70

سچل موٽ سڏن تي،
وڃيون نان وڄهجن.
جهڙا تهڙا پنهنجا ڇني نا ڇڏجن.
ٻيڙيءَ چاڙهي سپرين ڇوليءَ نا ڇڏجن.
اوڻا پوڻا پنهنجا پير پري ڇڄجن.
پڳهه جي تي پريت جا ڇڪي توڙ ڪجن.
قبول محمد قرب جا هيٺن هٿ ڏجن
غلام حيدر غير جا لوڏي لاهه ڪڍجن.

### ڪلام نمبر 71

سي نه ٿيندا تنهنجا ساٿي،
جي تو پنهنجا ڄانيان.
هاڙهيا هلندءِ ڪونه ڪو ڀاءُ نه ڪو ٻيو ڀاتي،
ڪيچ پيچ ڪنهن سان ڪين ڪي ضرب هلائج ذاتي،
پري نه ڄاڻج يار کي پاءِ جهروڪي جهاتي،
پيءُ پيالو پُر ڪري دلبر دم حياتي،
غلام حيدر گوش ڪر مور نه ڏس مماتي.

### ڪلام نمبر 72

سرتيون صدقي يار تان جيڏيون ٿيس جائي.
سواءِ صحبت يار جي وٽي ٻي ڪا وائي.
ڏيان باه ٻنيور کي لنؤ جنهين آهي لائي.
هادي فرمايو حق جو پرت جنهين هيءَ پائي.
غلام حيدر غم ويو ٿي وئي سڀ سهائي.

## ڪلام نمبر 73

سمجھ سهي دل ڪر ويچار ليلان،
ڏس ڪيئن لاڏ لوڏايو.
لک ڪروڙين سجدا ڪيائين تڪبر سو تڪرار،
شور حجت شيطان تڙايو.
عشق مان آدم پيدا ٿيڙو لايو بره بهار،
ڦير انهيءَ فرعون پوڙايو.
هستي هو وڃ ڇڏ تون ناهين نينهن چوي نروار،
جنهن سوليءَ سر منصور چڙهايو.
غلام حيدرؒ گولو گولن مرشد سڀ مدار،
جنهن انحد مرلي ناد وڄايو.

## ڪلام نمبر 74

سانگيئڙا مون سنگهار،
لاهن ڪس قلب تان ڪوريون.
چاهُون چارن سدا سنپارن دم دم ڪن ديدار،
ڪائن موٽ مڪڻ سان موهيون.
پنهون پيارن تڙ تنوارن گاه چرن گلزار،
روڳ ڪڍن سڀ دل ڪان روڙيون.
آخر ايندا نال گڏيندا آهيان جن آڌار،
سڪ نيندي مون ڪي تن ڏي سوريون.
عمر اباڻا ساه سيباڻا ويهن منجهه ولهار،
ڪن تنهين سان ظالم زوريون.
غلام حيدرؒ موج مارن جي ساه اندر ۾ سڪ سانگيئڙن جي
نيهن لايون نروار نيڻن لوهان آڻي لايون

## ڪلام نمبر 75

آسپ رنگ ۾ سھڻو يار،
نيڪ نڪو بدڪار.
ھر جاءِ ھونگان عشق مچايون ڪٿي مست ڪٿي ھوشيار،
لاحد عين اشارا عاشق گل قل دمر گلزار،
ھندو مؤمن ھر صورت ۾ دلبر جو ديدار،
شر نڪو شيطان ڏٺو سي عشق الله اسرار،
لڪيو لوڙي ھر ڪا ھلندي بيوس بي اختيار،
غلام حيدر گر سچي جي خاڪ چميان پيزار.

## ڪلام نمبر 76

سوريون دمر سنيار ويل نه ھڪ تون يار وسارج،
دلبر ٻاجھون ديس رھڻ ۾ بنا نينھن نڪار.
واري واري وره وسائج.
ونحن اقرب ڪر وروھان دلبر دمر ديدار،
پاڻ وساري پرين پچائج.
آدمر سوئي سر سبحاني قالو قول سنيار،
راتيو ڏينھان ڪا رمز رلائج.
محبت موجون بره بي رنگي عاشق سر اختيار،
غلام حيدر غور تيو سي دلبر جي دربار.
سپ لڪئون تون لعل لنگھائج.

## ڪلام نمبر 77

سرتيون سهڻي يار جون،
مونکي سکون منجهه سرير.
ونحن اقرب ويجهڙو لائي بره بحير،
آهن منهنجا سپرين دائم دستگير،
ڪاڪيون ڪوهيارل جي آهيان دم دم دامنگير،
ڪين ڇڏيندو چپرين عاجز هيءَ اسير،
ڪامل ڏٺي ڪيچ جو آهي مالڪ ماه منير،
چڪڻ مان چاڙهيو اڇي نانڪ نور نظير،
غلام حيدر گڏيو منهنجو ستگر ڪيو سير.

## ڪلام نمبر 78

سپ ۾ صاف الله
رات نه خالي ڏينهن ڪو.
جاڏي ڪاڏي جيڏيون جوءِ سپ جل الله.
پاڻ پرت مان پيدا ڪيو نور نبي صل الله.
بوندان بره وسائيون احمد اعليٰ الا الله.
هندو مؤمن ناه ڪو قيري دم فتاح،
غلام حيدر گوش ڪر پڙه هر دم حمد الله.

## ڪلام نمبر 79

سامي هن سنسار سک ۾ پاڻ سڪائن ٿا.
سڻ غازين جي گفتار لوڪئون پاڻ لڪائن ٿا.
موج مستيءَ جي جنهن سر آئي تسبيون ڇڏي ٿيا ترت توائي،
انهن ڪيو اظهار گيت اناالحق ڳائن ٿا.
لنگهي لهر ۾ پيا لاهوتي نينهن ڪيا سي نيئي ناسوتي،
چير لايو چمڪار روح ۾ رام ريجهائن ٿا.
انا احمد بلا ميمي رمز رباني رحم رحيمي،
جهون جهون بره بار سامي سوز سهائن ٿا.
غلام حيدر غير وڃائي لنگهيا لاهوتي ناد وڄائي،
ٿيا ملڪ ساري مختيار نوبت نيهن وڄائن ٿا.

## ڪلام نمبر 80

سر ڏيڻ سوغات بازي بره بنائي،
تنهنجي ملڻ جون واٽون سهسين.
بره لائي برسات.
الف ۾ جي آلود وڃي ٿيا،
ڏس تنهين جي ذات.
دم دوئيءَ کي دور ڪيو آه،
ظاهر تيڙي ذات.
ساجن سهڻي يار سندي تون،
ڏاهه رکين ڏينهن رات.
غلام حيدر هاديءَ حق جي،
بره پڙهائي بات.

## ڪلام نمبر 81

سهڻي يار جي ديدار،
لائيون تانگهه تنوارون.
سهڻا يار ڪر واهر ڪيو ٻره ٻهارون،
عشق اليل ڪئي پٽيل منهنجا محب اوهان رون
ڪجان يار منهنجي ماڙ موڙي محب مهارون،
ويا غم سڀ وهم ديدان دوست اڙايون،
راتيون ڏينهن تنهنجي نيهن ٻاهيون ٻره جون ٻاريون،
لڳ الله ڪجان ڪاه موڙي آءُ مهارون،
غلام حيدر تنهنجي در ڪري لڪ تو پڪارون.

## (ش)

## ڪلام نمبر 82

شمس جيان شهزور ٿي عاشق ملهن ميدان ۾،
ڪر عاشقن جو ڪو نه آهي دين ۽ ڪفران ۾.
جنهن جاڳايو جيءَ ۾ رمز روحي دم نظر،
موج ۾ مستان ٿي وجهي گهوٽ پيا گهمسان ۾.
پيا پتنگ وجهي پڙ ۾ جت عشق جا آڙاه ٻرن،
حيدري حملا ڪيون جوشئون پيا جولان ۾.
انا احمد بلاميمي درد جاڳيو دل اندر،
عشق ڏس آدم ڪيو اسرار جو انسان ۾،
غلام حيدر ٿي غواصي سرت رک سيلان ۾.
هڻ نِهي ڏس پاڻ ۾ تون نور آهين نوران ۾.

(ط)

کلام نمبر 83

طــرحين طــرحين تــان لڳـا.
ســهڻي رنــگ بنــايو بيرنگــي.
نــاه بيــان كــرڻ جــي بــازي،
جــوش انــدر جــولان لڳــا.
ملــك فلــك ۾ لڳــي منــادي،
نيــنهن تنبــو طــولان لڳــا.
مــوج انهــيءَ دل مــوهي نيئــي،
بلبــل كــي بــستان لڳــا.
ســيني ســاز كــڙا كيــا ســارنگ،
بــره ســندا بــاران لڳــا.
غــلام حيــدر مرشــد مليــو.
صــورت جــا ســامان لڳــا.

(ع)

کلام نمبر 84

عــشق التــي آئيــو شــمس تــي تــي شهــسوار،
منــصور كئــي هئــي مــوج ڏاڍي بــره بــالا دار دار.
شيخ عطــار تــي شــوق غلبــو نيــنهن چاڙهيــا نــار نــار،
شــرف تــي شــب و روز شــعلو تــنهن لڳــي دم تــار تــار.
شــاه عنايــت شــوق پيــالو جــنهن پيتــو بــار بــار،
شــاه ســچل شــهباز نــوري درد چــاتي دم هونگــار.
غــلام حيــدر كــج ڳــالهيون چــڏ وجــائي چــور چــار،
پــاك ڏس تــون پــاڻ هنجئــون نيــڻن مــان هــار هــار.

## ڪلام نمبر 85

عشق پليون سڀ پيون پيون،
ڳالهيون لکڻ نه جهڙيون.
دين ڪفر جي دعويٰ ڇڏي سي،
نينهن وهايون نيون نيون.
عاشق ڪن ٿا زورا زوري،
سانگان سيني تي سيون سيون.
بيشڪ پياسي اڇن اداسي،
ڪانئر وڃن ڪيون ڪيون.
غلام حيدر هو حق هادي،
چاه منجهان دم چيون چيون.

## ڪلام نمبر 86

عجب يار جلوه پرين جو پسائي،
حيرت منجهه حيران تماشو جو لائي،
رنگ رنگ رنگي تو بي رنگ بنائي،
صفت سير سامان صورت سڀ سمائي.
ڪرين ڪم ڪل تون هنر ٻين بتائين،
ساري ملڪ سڀ ۾ تو حڪمت هلائين.
ڪهان ڪيئن ڪو ٻيو رنگي رنگ رسائي،
عجب لاءِ رباني آه درگاه تنهنجي،
تونهين نور انور ڪهان ڪيئن منهنجي.
ڪري سئير سڀ ۾ هنر جو هلائي.
پرين پاس تنهنجي لڪين ٿا ليلائن،
راتيو ڏينهان روح ۾ وره ٿا وسائن،
آهيان آءُ وچ ۾ فڪر جو ڦلائي.
گولو آءُ غلامن جو حيدر غلام،
اڳيون تار تنهنجي آه سجده سلام.
لڳس دوست دامن مهر مان نهاريئي.

## ڪلام نمبر 87

عاشقن کي عيد آهي دم سراسر هو الله
بي نہ چاڻن ڳالهہ ڪائي رمز ۾ ريجهي رليا.
بي رنگيءَ جي بحر ۾ پيالو پيتو جن پر ڪري،
سوز جا ساجهر انهن تي عشق آندا سر ڪلاه.
وحده ويريون چڙهيون ڪي شوق جا شعلا اٿيا،
وحدتي وهلور ٿيا منجهہ نور ناميان ڪن نگاه.
جن جاڳايو جيءَ ۾ شوق شاهي دم جگر،
پاڪ ٿي پرواز ڪيائون احد احمد الا الله
غلام حيدر گم ٿيا غازي سڀ سموري غير ڪان،
هادي ڏسن حق ٿا پسن جوش جائي جل الله

## ڪلام نمبر 88

عشق اٽانگو ناه لڪڻ جو،
دين ڪفر جي ڪين ٽڪڻ جو.
درد گهوران ڪري جنهن سر آيو عقل عدم پهري سٽ سڏايو،
نيهن نشانبر نعرو لايو،
ناه ڪنهن جي وره وڻڻ جو.
عاشق ڪيڏن سر جي بازي مُنجهي مرن اتي ملان قاضي،
سر گهورن اتي سورهيہ غازي،
سودو عشاقن سر سٽڻ جو.
وحدت وارن سر سنپايا نعره اناالحق هل هلايا،
مردن سي ميدان ملهايا،
پتنگ پياسيءَ خيال پچڻ جو.
غلام حيدر غلبو رباني مرشد هادي حق حقاني،
دوست مليو سي سو دل جاني،
محب سيڪاريو مري جيئڻ جو.

## ڪلام نمبر 89

عاشق ڏسڻ لاءِ ماندو مشتاق ڏس موالي،
شوق تنهنجي جو غلبو آهي جذبو سر جلالي
اچي يار ڏي دلاسو تنهنجي وره مونکي واسيو،
تنهنجو بره دل مون باسيو من سوال مون سوالي،
تنهنجو حسن جون هوليون ڪري عشق آيو ٽوليون،
لنؤ لنؤ ۾ تنهنجيون لوليون آيو درد سر ڏمالي،
تنهنجي بره دل بهاري دم دم ڪيان ٿي زاري،
ڳل پاند پايان ڳاري آهي عشق تو اقالي،
تو در غلام حيدر آهي سوالي سرور،
ڏي جنگ جام ڪوثر، ويندو ڪڏهن نه خالي.

## ڪلام نمبر 90

عاشقن اثبات ڪيو آه سر خدا جو خود خدا،
وادي وحدت وحده چڙهي موج مرسل مصطفيٰ،
نيهن نعرو نالڪڻ جو ڇا ملان قاضي ڪندا،
ٿيا نه داخل درد جي مسلن ڪيا موڳا مندا
مار منڪر جي مٿي ۾ ڏينهن ۾ ڏه سو ڏنڊا،
عاشق الاهي عشق ۾ اهي مرد مانجهي مرڪندا.
جيئري جدا ٿي جان ڪان ساجهر ڪيا جن سرفدا،
لالچ ڇڏي هو لوڀ جي گرنار ۾ غازي گڏيا.
غلام حيدر ڳل علي رک دوست دل تي مرتضيٰ،
پس پاڪ پنجتن پرت مان آهي رحم ربي رهنما.

## ڪلام نمبر 91

عمر جا اجائي تو ويهي وڃائي،
پيئي پنڌ ڪائي تتيءَ ڪيئي توائي.
نيبهه ناه ڪنهن سان دنيا دغل بازي جنهن روڳيءَ رلايا ملان سو قاضي
بنا عشق عامل وڃهن ڇڄ ڇائي.
هي فرمان اعليٰ چيو خود خدا هي هي طالب دنيا جا مخنث مٺا هي،
ڦٽي پره پٽر ٽيندين جوان جائي.
غلام حيدر گذر دم آهين سمجهين ڇو نه سياٽا ٻين کي ٻڌائين،
پئج پيش پرين لهي سڀ لنوائي.

## ڪلام نمبر 92

عجب اهو اسرار چڙيءَ چنبن ۾ باز کي چايو.
مال متاع چرن ڏڻ ڪيئي ڇيڪ گهمن تيئن روح سيئي،
پاڻ تيو پنهوار ٻکر شينهن واڙيءَ ۾ ورايو.
اڳ اسان ٻه متي هئاسون هاڻ لهي هت هيٺ آياسون،
پاڻ ڪيائين اظهار ڪانون باز ڇٻيءَ ۾ ڇپايو.
اڳ جهاز ڪي جاءِ نه هوئي عاشق ويڙا طرف اهوئي،
ديد ڪيو وهنوار مين مڇ ڪڙهيءَ سان ماريو.
غلام حيدر هڪ هڪوئي غازي گوءِ ڪٽندو سوئي،
پاڻ ڪري نروار ملن مرد مسيت ۾ ماريو.

(ڪ)

## ڪلام نمبر 93

ڪاڪيون ڪيئن وساريان،
آهي ٻر بحر ۾ پاڻ.

سميع بصير عليم تون آهين نوري نينهن نياڻ.
ونحن اقرب ويجهڙو پرينءَ پسايو پاڻ.
ڪين ڇڏيندو ڇپرين آرياڻي اڳواڻ.
ساري سپ ڪنهن جوءِ ۾ موج وهي مهراڻ.
غلام حيدر گوش ڪر هر دم هادي ساڻ.

## ڪلام نمبر 94

ڪپ تنابِان ڪوڙ جون عاشق ادا اسرار ۾،
ڪر ڪل يومن ياد هادي پئُ سچي ديدار ۾.
غير ڪان گوشو ڪرج اتي ڪوڙ نا ڪنهن ڪار ۾،
سر ڏئي ساجن لهج هن ٻره جي بازار ۾.
ٻي ٻيائي ٻوڙ سيئي آهي سدا سڪ تار ۾،
اصل پاڪن پاڪ ڏس جو سر آيو سنسار ۾.
پيءُ پيالو پر ڪري تون خان پئُ خمار ۾،
مات مسلن ڪان ڪري تون زهر ڇڏ زوار ۾.
غلام حيدر گوش ڪر عاشق ناهي انتظار ۾،
ڪين ترسن تاءِ ۾ وجي سر ڏين سنڱار ۾.

## ڪلام نمبر 95

ڪوڙا ڇٽ لايون پڪ پڙهين نفل نمازان،
ٺڳا ٺوڙ ڏيئي گوڙ ڇڏي زهد زڪواتان.
ليڪو لاه سڱ نه ساه وٺين بره باراتان.
ڪنين سلام پري گام ڇڏي ڪوڙ ڪتابان،
منجهه وجود ڪر سجود اندر رمز رڪعتان،
سڀ سنسار وچي تار سري سير صفاتان،
منجهه ديدار گڏ گذار، اندر جيءُ جڳاتان،
وٺ خيال هر دم حال هادي حق حڪايتان،
غلام حيدر ڪر نظر لايون بره بساتان.

## ڪلام نمبر 96

ڪري عشق اليلان آيو،
سڪ اوهان جي سوز مچايو.
حسن تنهنجي جي هر جا هولي،
ونحن اقرب عشق پرولي،
انهيءَ رمزن روح ريجهايو،
عيبن هاڻي آهيان آرياڻي،
سڏ سڻي تيءُ سهڻا ساڻي،
تنهنجي ديدن دود دکايو.
انا احمد بلا ميمي،
سخن سچارو قول ڪريمي،
اهو سارو سر سمايو،
غلام حيدر غم لٽاسي،
پيش پرينءَ جي وچي پياسي،
مون گهوري سر گهمايو.

## ڪلام نمبر 97

ڪـــــا ڪيـــــون آءُ قربــــــان،

ســـــڄڻ جـــي صـــــورت تئـــــون.

حيـرت يـار حـسن جـي لائـي بـسئيندا بـاران،

دلبــر ديــدان لائيـــون نيــنهن ڪوڙيــا نيــشان،

هر جاءِ حڪم هلايئي پنهنجو عرش زمين آسمان،

جلـــيءَ جهــڙ ڳولائيـــو پڇـــي پيــا پـــروان،

زوران زوري اچـن تـا عاشـق پـڙ متـي پهلـوان،

غـلام حيـدر غيـر ويـو سـي عـشق ڪيـا احسان.

## ڪلام نمبر 98

ڪري ڪم الله هٿ تہ ڪنهن جي ڪين ڪي،

مــشرق مغــرب عــشق جــو ڦيــري دم فتــاح،

بـــره بهـــاران لائيـــون صـــورت صـــل الله،

تـــن مـــن تـــاران لائيـــون جيـــڏيون جـــل الله،

ســـرتيون ســـوز جاڳـــائيون احمـــد الا الله،

غـــلام حيـــدر گـــر جـــي دائـــم دل نگـــاه.

## ڪلام نمبر 99

ڪرين ٿو ڪم تون ڪهڙا،
پڙهين راتيو ڏينهان تسبي.
ونحن اقرب نٿو ڇاڻي،
شوقون شرڪ شرع ڏي تاڻي.
خودي پنهنجي نٿو ڪاٽي،
پڙهين الله الصمد حسبي.
ڏاه ڏهاڪي ڏائين ٿو،
دوئي دغا دل پائين ٿو.
ڪوڙ جا قصا ڳائين ٿو،
آهين ڪوڙو وڏو ڪسبي.
پيهي ڏس تون پاڻ ۾ پاٺهي،
سر ڪرج تون گهور سجاٽي.
انحد عشق جو اندر آٺين،
آهين سلطان نسب تون نسبي.
غلام حيدر گر جي تاري،
ڪري قدمين ڪر تون زاري.
دوست رکج دم دل جي ياري،
آهي سهٹو سدا سببي.

## ڪلام نمبر 100

ڪاڏي ويڙئي ڪالهه ميان،
اڄ ب وجيئي تي اوڏهين.
هاڙهيا هلندءِ ڪون ڪو پٹ نڪائي زال ميان،
سنبري هل ساٿيهه تي ڇڏي تال پخال ميان،
دم بنا هڪ دوست جي ساڙو ٿيندءِ مال ميان،
تنوارينـدي تڙتي چونٹري پوري چال ميان،
سواءِ سڪ الله جي ڪوڙي قيل مقال ميان،
ويهي رهين ڪيئن وچ تي ولها ريءِ وصال ميان،
غلام حيدر گوش ڪر ڪپ دوئيءِ جا دوال ميان،

## كلام نمبر 101

ڪري سينگار سر سنبري ٻڌي سهرا سڄڻ آيو.
حسن جي فوج جا آئي لڳو نعرو پرت شاهي،
تماشہ طور سينائي ڪري روشن اهو رايو.
ونحن اقرب ٿيو نيڙي اچي وينو اندر ويڙهي،
سڳو دم سوز جو سيري وحدت وره ورايو.
ڪريان تعريف آءُ ڪيهي ويو لنؤُ لنؤُ اندر پيهي،
مليو دل يار دم نيهي پرت پاڙڻ سڄڻ سعيو.
غلام حيدر لڳو غمزو پسايو رخ پريںۓ پنهنجو،
اولو سولو ٿيو سهنجو تونهين دم تار تي ڳايو.

## كلام نمبر 102

ڪچو نہ ڪي پچو اندر وينا لچو،
ٻاجهون عشق الله جي ٻيو ڪم سيئي ڪچو،
گڏ ڪائي جو گلا ڪري سو وڏو پيٽو لچو،
فقير ٿي جو ملان سڏائي تنهن دپ سرن جو مچو،
ڏاڙهي ڏات خداء جي ٻي ٻچڙ سندو ٻچو،
غلام حيدر غير ويو سي رنگ هادي ۾ رچو.

## كلام نمبر 103

ڪر ياد هادي هو الله ڇڏ ادا ٻيو آسرو،
هڻ نبي پؤ پاڻ ۾ رک تاج شاهي سر ڪلاه،
انا احمد بلا ميمي سمجھ صورت صل الله
موج ۾ محبوب جي بره رک باالله
غلام حيدر گُر سچي جا نينهن نعره الا الله

## ڪلام نمبر 104

ڪوڙي دنيا گند گيهه جنهن ڪي لج نڪا ئي ليهه،
پٽ ويڙهائي پيءُ سان ماءُ ويڙهائي ڌيءَ،
هوءَ نه باسي هڪڙو ٽيڪڻ ٻڌي ٽيهه،
وجهي چڪ چٽونءَ جيان ڪتي ڪري ڪيهه،
غلام حيدر گوش ڪري چڏ پٽيل جي پيهه.

## (ل)

## ڪلام نمبر 105

لتا قرض ويا مرض هادي حق جاڳايو،
حسن هول ٻڌين ٻول صورت سڀ سمايو،
يار دراز جا آواز نوريءَ نور بنايو،
هوڪا حق لتا شڪ پرتم پير پڙهايو.
ٻڌي موڙ گهوٽن گهور سون سر سنيايو،
جسم جان ٿيو قربان لنؤ لنؤ يار لکايو،
غلام حيدر حق نظر وچان غير وڃايو،
دعويٰ دور ٿيو حضور پرينءَ پاڻ پسايو.

## ڪلام نمبر 106

لڳي لنو يار جنهن لائي مولا ميلين متو ماهي
اڏاريم ڪانگ لکين ڪانگا،
منجهان سڪ سوز پره بانگا،
جنهن جي تن من اندر تانگها ٿيندا پينر اڇي پائي.
اديون جنهن جي عشق ڪيو ڪاهل،
سڃاڻن قرب سي ڪامل،
هيٺيءَ سان هوت ٿيا شامل ڪندا واهر سندي وائي
صدق ٿيان آءٌ سنو واري،
پيرن تان يارجي ساري،
پرت سهٽي پرينءَ پاڙي سندن نالو وندر وائي
غلام حيد گڏيا مون يار،
چمي چايم پرين پيزار،
آهيان جن جي اصل آڌار حمايت هوت ڏانهن آئي

## ڪلام نمبر 107

لا الـــه الا الله اســـم ســـمجھ ذاتـــي،
منجھـــون عـــشق آدم بنـــي ٿيـــو صـــفاتي،
ســـميعٌ بـــصيرٌ علـــيمٌ ڪليمـــي،
منجھـــان پلـــٽ پلٽـــي آه حڪمـــت حڪيمـــي.

نبـــي نـــور اعلـــيٰ ٿيـــو ســـرور صـــلاتي
جـــدائي جـــسم ڪـــان ڪـــري هـــل تـــون هـــاڻي
همـــه نـــور حـــق جـــو پرجهـــي ڏس تـــون پـــاڻهي،
ســـدا ســـوز نـــيهن جـــو لڳـــي جهـــڙ جهـــاتي

منجھـــان ديـــد دلبـــر ســـارو ســـر خـــدائي،
شـــعلو شـــوق ڏاڍو آهـــي دم الاهـــي.
منجھـــان مـــوج مـــستي ســـچي لنؤ جـــا لاتـــي
غـــلام حيـــدر غـــازي گـــذاري،

هليـــا هـــن جـــسم کـــي وڃئـــون ئـــي وســـاري.
لڳـــي عـــشق آتـــش ٿيـــو ســـوز ســـاتي

## ڪلام نمبر 108

لايـــو جـــادو ســـڄڻ جـــوڙي کپـــائي ديـــد دم کـــوڙي،
لـــڙن زلفـــان تنهنجـــون جـــاني ڏيـــن دم پـــيچ نـــوراني،
ٻيائي سڀ وڃهن ٻوڙي.
چـــڙهن چـــوڏس لکـــين لهريـــون عـــشاقن ســـربحر بحريـــون،
صـــفا ڪـــن ســـوز دل
سوري
ونحـــن اقـــرب لڳـــو نعـــرو وحـــدت ويـــر وســـڪارو،
ڪين سڀ روڳ کي روڙي
غـــلام حيـــدر منهنجـــو دلبـــر انـــدر آهـــي روحـــي رهبـــر،

لذو سي سو وندر ووڙي.

(م)

## ڪلام نمبر 109

موج چڙهي آمرسل جي،
آهي مالڪ ملڪن وجه الله.
انا احمد بلا ميمي جلوه نوري جل الله.
غازي گذر ۾ سمجهه صفاتي ناهه هيو سبحان الله.
احد احمد هڪ ٿي هادي سيئر سري اسرار الله.
زير زبر ۾ ذات ظهورو ڪل ڪل منجهه ڪليم الله.
اقرب ڏس اتي هيو چاهي هر جائي حق حڪيم الله.
غلام حيدر گم نه بيدا آهي سڀ عليم الله.

## ڪلام نمبر 110

منهنجا عيب الله بخشيندو بدڪايون.
شاه شفيع المذنبين سيد سو صل الله
در تهين جي لڪ لڪ زاريون.
ونحن اقرب ويجهو آه جوءِ سيا جل الله
ڳل ڳچيءَ ۾ مونکي ڳاريون.
بره بهاران لائيون عين علي الا الله
سهڻي سنديون سو ستاريون.
غلام حيدر گوش ڪر رحمت رحم نگاه.
هاديءَ هر دم ره هوشياريون.

## ڪلام نمبر 111

مست ساقيءَ مئي پياري
هوش گمر خيرت ڪيو.
ھوش گمر خيرت سمجھ ٻاري ڏس ڏيو،

عشق اعليٰ اسم ذاتي سمجھ ٻاري ڏس ڏيو،
الف ۾ آلود تي چڙ لام جو لاهي ليو،
بي رنگيءَ جي بحر ۾ پر ڪري پيالا پيو،
لا چڙي لانڻ ڏسين تون پاڻ ۾ پائي ليئو،
سمجھ سر هو حق جو پوءِ جڳ سيئي جا ڪين جيو،
چو ستائين ٿون ٻين ڪي تو منجهان تونهين ٿيو،
منجھ پرين ڏس پاڻ ۾ تيءَ خماري تون ڪيو،
غلام حيدر گر سچي جي نينهن نوبت جي نيو،
محب مليو مون اندر ۾ راهه تنهن روشن ڪيو.

## ڪلام نمبر 112

منهنجو حال حبيب،
معلوم تو منهنجا پرين.

داور درد مندن جو ڪر ڪو غور غريب،
مدد ڏي منهنجا پرين توريءَ ناه طبيب،
مانڊو آهيان منهنجا پرين اوري آءُ عجيب،
غلام حيدر گولڙو دم درازيءَ ديد.

## ڪلام نمبر 113

محبت موج ۾ مردن جوش ۾ جيءَ جلايا ها.
آيا جي عشق جيءَ آتش پتنگن پڙ ملهايا ها.
جلائي جسم کي جوڙي ڏين سر گهور ۾ گهوري
سڳو دل سوز مان سوري سوريءَ تي سر سلايا ها.
نوبت جي نينهن جيءَ نيڙا چڙهي عاشق عرش ويڙا،
وڏائون لنو لنو اندر ليئڙا نزاڪت نيهن نايا ها.
ڪيا جي بره بيراڳي لڏائون سو سڄڻ ساڳي،
محبت در بدن جاڳي اندر رستي رمايا ها.
غلام حيدر ڳڏيا گرسان ڀڏائون دل اصل ورسان،
سدائين سوز دم سر سان نه ڀئي ڀولي ڀلايا ها.

## ڪلام نمبر 114

منهنجا سڏ سڻي تي ساڻي،
تو جي پيچ پرين مون سان پاتا.
سوين بدڪاريون عيب اسان ۾ تون بخشين يار آرياڻي،
نينهن نيائج ناتا.
دامن لڳڙيس يار ڍولڻ جي توڙي آهيان عيبن هاڻي،
منهنجا ور ورنائج واڪا.
عشق اليلان تنهنجي ڪيڙون جيئن پلٽ پٽن تي پاڻي،
تنهنجي نيڻن نيهڙا لاتا.
غلام حيدر گولو ٽيڙو پرين تون پاڻ سڃاڻي،
تون دان ڏيارج داتا.

## كلام نمبر 115

مٺين مون مدايون ڏلن جون ڏلايون،
سڄ سڏ منهنجا ڀڳڻ تا ڀاڏايون.
ڪير ڪر ڪوڙين عمر وئي اجائي،
عيبدار آهيان سهٽا ڪر سجائي،
الاهي اسان کي تون بخشين خطائون.
پرين پيش تنهنجي اچي جو پياسي،
ڏسي ڏوه پنهنجا تنهنجي لڙه لڳاسي،
توريءَ ڪونه بخشي برن جون برايون.
سميعٌ عليمٌ تون صاحب ستاري،
گنهگار آهيان سڄ سوز زاري،
ڪرين دير نادم ڏئين ور واڏايون.
غلام حيدر جا غم تو وجايا،
تنهنجي رمز روشن پرين پاڪ پانيان،
اونداهيءَ ۾ اوجر سهٽا ڪر سهايون.

## كلام نمبر 116

منهنجو هادي هڪ الله
موج چڙهي ڪاڪيون ڪاڏي ڪاهيان.
موج چڙهي مهرياڻ جي درازي درياه،
رنگ لائي جنهن لعل ڪيو ننگيءَ نانڪ شاه،
ڪين ڇڏيندو ڪارٽي مونکي وڏو آه ويساه،
ريءَ پرورڻ پنهنجي ٻيو آه محض گناه،
غلام حيدر صدقي صدقي پرين تان تہ پساه.

## ڪلام نمبر 117

متي ٻولي ٻول ڪانگا وچ تون پيش پرينءَ جي،
سڪهو اچي تون سپرين رهج هميش قول،
زاري ڪر زبان سان صدقي ٿي سر گهول،
اچي ويهه اکين ۾ تاڪي تن جي ڪول،
غلام حيدر غير جا ڀيج سيئي ٻول.

## (ن)

## ڪلام نمبر 118

نجم الدين تي ننگ ميان،
آهي مون مسڪين جو.
انت ڪنهين ۾ نه آئيو درازيءَ جو دنگ ميان،
نينهن ته نانڪ شاه جي ذوق وڄايو زنگ ميان،
غوثل جي گفتار جو وحدت وڏو ونگ ميان،
ساڳي سر سچل جو رمز بنايو رنگ ميان،
غلام حيدر گر سان اڳ لکيو هو انگ ميان.

## ڪلام نمبر 119

نانڪ شاهه نظر ڪر جاني تنهنجي قدمن تان قرباني.

عشق اليلان تنهنجي لايون

لنو لنو نوبت نينهن وڄايون

باهه بره جون پرڪن باهيون ناد وڳو نوراني.

هادي حق سيوئي دلبر،

ونحن اقرب بر بحر،

سڪ سيد جي آئي مون سر محب ڪئي مهرباني.

آءُ اڱڻ مون يار سنجهيئي،

صحن وسائج وارث ويهي.

دامن لڳڙيس جيهي تيهي آهي ابر نيساني.

غلام حيدر غم لٿاسي،

وهم طلسم غير وياسي.

دم درازيءَ شاهه گڏياسي جنهن لاءِ دل ديواني.

## ڪلام نمبر 120

وره تنهنجي ويڙهي آهيان.
آءُ اچي ڏي دوست دلاسو.
تنهنجي درشن لاءِ ديواني،
محب ملڻ جي ڪر مهرباني.
تاه نه ٻيو ڪو تاهيان.
راتيو ڏينهان جيءُ اداسي،
ڪارڻ تنهنجي پريز پياسي،
دم دم ڪانگ اڏايان.
توريءُ دلبر دوست پيارا،
ٻن وجهان ٻيا ڏينهن ڏهاڙا.
گهوريون سر گهمايان.
در تنهنجي جي آهيان دائي،
سهڻا تنهنجي سڪ سدائي.
پاند ڳچيءُ ڳل پايان.
غلام حيدر غير ٽيو سي،
يار سجاڻي محب مليو سي.
دم دم ڦيريون پايان.

واه واه سـجڻ تنهنجـون ڳـالهيون،
سـو سـو لكـين لـڪ چـاليون.

آدم شـيش يعقـوب ٻـائي،
ذكريـا تـي كـرت وهـائي،
سر امامن حشر كرائي نيڻ وهن كيون ناليون.

عيسيٰ كـي آسـمان آٽيئـي،
ابـراهيم آڙاهـ اڙائيـي.

نوح نبي طوفان چڙهايئـ كهڙيون چوان قيل قاليون.
كاٿي گداگر شاه سڏائي،كاٿي برهمڻ جٽيون پائي،
كاٿي سوريءَ سئير سمائي بره كيڏن لک باليون.

حيـرت هـوش گـم كيـو سـارو،
پـرت پنهـل جـي پـور پـسارو.
صنم سرتيون نينهن نظارو سک سجڻ دم جاليون.

دام زلـف جـي دلڙيـون اڙايـون،
محـب ملـڻ جـون وريـم واڏايـون.
تـو لاءِ دلبـر كانـگ اڏايـون اكيـون عـشاقن آليـون.

غلام حيدر گولو آهي سگ نـ سرتيون ٻيو كو ساهي،
دلبـر ٻـاجهون هـت ٻيـو چـاهي،
حـسن هـاديءَ دم جهـاليون.

## ڪلام نمبر 122

وجهـــــــج اک انهــــــــيءَ ۾،
جـــنهن جوڙيـــو ســـپ جهـــان.
جلوه جنهنجي جوش ڪيو عرش زمين آسمان.
پـــاڻ نـــه پـــائج پـــانهجو هنـــدو مـــسلمان.
ريءَ پـــروڙڻ پـــانهنجي اتئـــي زهـــر زيـــان.
پوريـــون پرهيـــزان ڪـــري نـــاحق ٿئـــين نـــادان.
جلـــڪ پلڪـــان جـــاڪڙو اتـــي ســـارو هـــي ســامان.
پيـــر پيغمبـــر بادشـــاه ڪـــوڙين ٿيـــا قربـــان.
غـــلام حيـــدر غيـــر ويـــو ٿيـــو هـــادي نگهبـــان.

(هم)

## ڪلام نمبر 123

هـــر دم هـــادي آهـــ ميـــان،
متـــان دل دلگيـــر ٿئـــين.
ملـــڻ لاءِ محبـــوب جـــي جيڪـــي لڳئـــي ســـو لاءِ ميـــان.
پـــٻ گـــري پـــؤُ پـــيش تـــون پانـــد ٻڇـــيءَ ڳـــل پـــاءِ ميـــان.
ڪـــين ڇڏينـــدو ڪـــارڻي عهـــد جهـــين جـــو آهـــ ميـــان.
قـــابو ره تـــون قـــول تـــي وحـــدت ســـرو ســـاءِ ميـــان.
غـــلام حيـــدر گـــڏيو جانـــب جـــاءِ بجـــاءِ ميـــان.

## ڪلام نمبر 124

هــاوڙ عـــشق جـــي دوزخ دهليـــا،
زمـــين زمـــن ڪـــان زور ٿيـــو.
فلـــڪ منـــارا اوري رهيـــا پـــرت پـــري پـــرواز ڪيـــو.
عـرش اعليٰ ڪـان لنگهـي اڳـاهون وره وجـي وٽـڪار پيـو.
بـره برابـر واڳـون ڇايون ديـن ڪفـر سـڀ نيـنهن نيـو.
غـلام حيـدر غيـر نـه رهيـا عـشق الله بـن نـاه ٻيـو.

## ڪلام نمبر 125

هـــاديءَ پـــرت پلـــوٽ،
نيـــنهن نغـــارا لائيـــا.
ظـــاهر بـــاطن ذوق ۾ گهـــور ڪـــري پيـــا گهـــوٽ،
عاشـق اڳتـي لنگهـي ويـا ڏٺـي ٻئـيءَ ڪـي ٻـوٽ.
سـوز وڇـائن سـرندا چنچـل چـاڙهي چـوٽ.
ٻـي نـه ڇـاڻن ڳالهــه ڪـائي عـشق الله دم اوٽ.
غـلام حيـدر غيـب ۾ چـست چلائـن چـوٽ.

## ڪلام نمبر 126

هــر جــاءِ هــو هــو حــق ميــان،
صــحيح ســجاتم ســپرين.
جنهنجـــي عـــشق اليـــل ڪئـــي دل ۾ ورد ورق ميـــان.
هنـدو مـؤمن آهــه هڪـوئي لاحـد آه لاشــڪ ميـان.
محبـت جـي ميـدان ۾ بـاتيون بـره بـڪ ميـان.
بـر بحـر ۾ بيـشڪ بـاقي هـادي آهـي هـڪ ميـان.
ونحـن اقـرب ويجهـڙو لعلـڻ ڪيـڙو لـڪ ميـان.
غـلام حيـدر گـوش ڪـر ڪـڍي ڦڪـيءَ جـو ڦـڪ ميـان.

## ڪافي نمبر 127

هي وجي تان هو ٿئي،
تڏهن ڳالهه سار پئي پڌر.
ڪوڙيون ڪتابن جون پڙهين،
اٿئي زهد تقويٰ سڀ ضرر.

هت نہ موڳان تون مڪاني آهين پڪي پرڙيهہ جو،
سرسري سو جهي لهين سڪ سوز جي ساڙي سقر،
تنسبيون تو ترڙ چڏ تماشا قيد ڪان لاقيد ٿي،
وره واري واٽ تي اتي ناه ليکو بي خبر،

نينهن ري ڪوڙا قصا مسلا مسائل سڀ خلاف،
ري پروڙڻ پانهنجي اٿئي ٻيو سيئي موڳا مڪر،
موج هن جي مست ڪيا غلام حيدر غيب ۾،
نينهن جو نعرو لڳو دم عشق هولي هو حشر.

## ڪلام نمبر 128

هتئون هلندين چڙئين پانهين،
ادا آيو جيئڻ آهين.

ونج تون مت مرشد جي سچاٽي ڪاه دم ڪاهين،
نحن اقرب وسي نيڙي پلاءِ پول ٻئي آهين،
سچاٽي پاڻ ڪر پاسي ناحق پاڻ ٿو پائين،
نيبهہ ناهي ڪوڙي ڪنهن سان اجايا ناه ٿو ناهين،
آهين تون نور سرسري لاڳاپا لوڪ جي لاهين،
چڏي هستي هووڻ سارو نشانا نيهن جا چائين،
غلام حيدر گذر ميدان متان ڪو سگ ٻيو ساهين،
ڪجا دارا ڪجا سڪندر اها تون رمز دل رائين.

## ڪلام نمبر 129

عشق آياسي،
هزارين پور ٿيا پيدا لنگهي منجهه
لولي چيرن چمڪارا لاياسي،
لڳي لنؤ لنؤ اندر
لڳي آه تار جيءَ تن ۾،
ڪيو ميلو مرشد من ۾
جوشن ۾ جيءَ جلاياسي،
ڪيو جا ڳالهه ڪا ڪن ۾
عاشق ٿا اوپارو،
نفي اثبات ڪان نعرو هڻن
گهوري سر هي گهماياسي،
چڏي هن لوڪ جو لارو
فو... حسن پهريون،
لکين لاحد چڙهن لهرون اچي
گهور گهاياسي،
لڳائن زور سي زهريون نيڻن جي
باڪا بره بازي،
غلام حيدر سدا غازي ڪيڏن
حڪم عادي هلاياسي،
رکن دل رمز دم تازي

(ي)

## ڪلام نمبر 130

يار جن کي ياد پيڙو سي پور ۾ پوتا وتن،
سڌ تنين کي سور جي جي پرت جو پيالو پين.
انئي پهر عجيب جي سي وات وائي پيا کهن.
فاذ ڪروني فڪر بيرا ڳن ٻي نہ ٻئي ڪنهن سان ڪچن،
سر ڪياڻون صدقي سرتيون پيرنا پوئتي هڻن،
وره دلبر جي بنديون سي سورنا ڪنهن کي سلن،
غلام حيدر گوش ڪر رند رمز روحيءَ ۾ رچن.

## غزل پهريون

عرض ڪريان تنهنجي اڳيان تو يا نبي خيرالوريٰ
مدد ڪر يا مصطفيٰ هر وقت ڪيا تو ڪوڪرا

معراج ڪيو فلڪن مٿي تنهنجا قدم ملڪن مٿي
تعريف ۾ قرآن ٿيو تنهنجو ثناگر سرورا

منهن مبارڪ مهرسان ڏيڪاريو دامن لڳن
توڪان سوا ترهو نہ تر توهان ڪيو ٻاجهہ ٻاجهارا

شان تنهنجو بي مثل آيا شفيع المذنبين
آسر مَ لاهج آسري دامن لڳس سيد سونهارا

مِلڪِ تو مولیٰ ڪيا خالق خوشيءَ سان ٻيئي جهان
شرف تو ياسين مزمل آهي اصلئون انورا

غلام حيدر پڪ سان پرتل توهان کي ٻئي جهان
رات ڏينهن روئي پڪاريان دل خوش ڪيو اي دلبرا

## غزل ڇهون

عرض ڪيان تنهنجي اڳيان ٿو يا علي شير خدا
هر ملڪ تنهن حڪم ۾ جن ملڪ سڀ تنهنجا بندا

مان ڪتو در گاهه تنهنجي جو ۽ ٻانهو قمبري
راتيو ڏينهان شوق مون ڪي يا عليؑ المرتضيٰ

اي شفيع بدڪارين جي اي رحمت اللعالمين
مان پنا گر در تنهنجي جو يا محمد مصطفيٰ

عيبدارن جا اڃي اي احمدا سڏڙا سڄيج
بي سهارن بدڪارن هٿ ڏيو هر دو سريٰ

غلام حيدر آهه گداگر نجف جي بادشاهه در
هي اتيٰ هر دو جهانين هادي رهبر رهنما

## غزل پنجون

خدائي دم رکيم دل تي نه ٻيو ڪو غير مان آهيان
آيو مان راض مرضيءَ سان فنا جي ملڪ ۾ آهيان

شراب شوق پيتو اٿم متان دل مير لاٿو اٿم
نڪي زاهد ريائي هان عشق جي لئه ٿو دمَ ساڙيان

ٿيس مان نور ڳجهه پنهنجو ٻئي ڪنهن کي نٿو ڄاڻان
رهبو نا غير ڪو مون ۾ ٻهاري لئه قل چوندو هان

غلام حيدر گلن سان خوش عشق الفي اٿم پاتل
هنيم نعرو اناالحق جو وصل ۾ مان مست آهيان

## غزل ڇھون

سچو صاحب جھانن جو منور مرتضيٰ آھي
اھو سراج العالمين شمس الضحيٰ بدر الدجيٰ آھي

الاھي نور جو جلوو امير المؤمنين موليٰ
يا مرتضيٰ يا ھل اتيٰ تعريف سڀ تنھنجي آھي

اي نبيءَ جا نور سيد منھن سندءِ مشتاق کيو
در گاھ تنھنجيءَ جو ڪتو مان سرورا تنھنجو آھيان

در گاھ تنھنجيءَ ڪتو مان پڪاريان ٿو تنھنجي در
تو کان گھران ديدار حق الله لڳ ديدار ٿئي

غلام حيدر ڏکايل جي حامي حمايت پنجتن
يا محمد مصطفيٰ دامن سندءِ ھٿ ۾ آھي

## غزل ستون

شڪرانا شڪرانا الله جا يار جو جمال ڏٺو تم
سندس ترتان ٿيان صدقي ٻنھي جھانين يار کي ڏٺو تم

نہ ٿي کو ٻيو سوا ان جي منھنجي تن جي نظر تي ٿئي
نہ مشرق ۾ نہ مغرب ۾ سيني کي مان چاڙھان ٿو

ازل ڏينھن کان تہ مان مسکين پيل تنھنجي ڳليءَ ۾ ھان
ڏيو ساقي بقابا الله شراب شوق جو پيئان

غلام حيدر عليءَ جو ھام مددگاري ڪجو منھنجي
نہ ٿيندو يار پري مون کا اندر دل ۾ خدا سمجھان

## غزل اٺون

دل ظاهر ظهور تي پيئي ڳجهه سندڙ ۾ بي مثال
نہ آهي ڇڏيل هو ڪنهن جو نڪي ڪو زوال ان تي هر شيءِ تي آهي قادر

ظاهر ٿيو اسرار عالم جو صورت سرور جي تي پيدا
بيشڪ عليءَ ڪلمون آندو جيڪو ذوالجلال ۾ ماه منير آهي

اسين آهيون گنهگار بخش بديون بي شمار
آسرو لاهج ۾ نظر اي مصطفيٰ هٿڙو وٺو

هٿ اسان جو آهي پيل دامن علي سرور جي ۾
غلام حيدر ٿيو گدا اڳيان انهيءَ روشن ضمير

## غزل نائون

هيس پڪي پرڙيهہ جو مان فنا جي سير لاءِ آيس
نہ سوا خدا پيو هر شيءِ ۾ رنگ رلايس

نہ آهي ڇڏايو بيچون پسندڙ بي مثال
آءُ احمد آهيان (سواءِ ميم جي) چيو سرور قول مرسل خوشخصال

اي اسان سردار تو سرتاج شاهي يا علي
شوق مون شاهِ نجف آهي مرتضيٰ مولا علي

پاڪ پنجتن مون حمايت دائما سي دستگير
جسم روشن مون ڏنو ان لئہ ڪريان قالان ڪثير

غلام حيدر غم نہ ڏسندين يار حامي ٿئي جهان
ڪربلا جا شاه تنهنجي نور جي دامن امان

## غزل ڏهون

يار آيو مون اڳڻ ٿي ويو سڄو روشن جهان
دائما نور ڪئي آ دوست دلبر جي بيان

آءُ احمد آهيان (سواءِ ميم جي) سرور ڇيو سيد جهان
رحمت اللعالمين اهو نور ٿيو ذاتي عيان

ذات بيحد پاڪ پالڻهار آهي واحد احد
پاڻ آيو منجهه صفاتي بيرنگي بيچون صمد

پيرِ مغان جخود هئيس ڇيو دم خود خدائي ٿي خود خدا
جنهن جاءِ تي هوندين ادا تو ڪان خدا ناهي جدا

غلام حيدر غم نه ڪر پنهي جهان جو ڪڏهن
حامي حمايت هاشمي اهو نور سرور آه جڏهن

## غزل يارهون

خدا جي عشق محبت ۾ سوين جانيون ڪجن قربان
هر جاءِ ظهوران جو بي مثال و بي گمان

مون ڪي مجال کهڙي پاڻهيئي ڇوي ڇو ائين
دل جي ننگريءَ ۾ ڏسان ٿو عاشقن اکڙيون ملائي

وحدت ۾ جيڪو ايندو آقا جي پيش ٿيندو
احمد ﷺ جي اڳيان رهندو عمر پر جدا نه ٿيندو

عشق ڪي عابد نه لهندو تون ڪندين کهڙا حساب
دم ڪي زوال ناهي پئي سڀ ڪنهين آهي جواب

غلام حيدر جي تون ڇاٽي پان ڪنئون بيزار ٿيءُ
پوءِ جاڏي تون نظرون ڦيرائيندين نورِ خدا نروار ٿي

## غزل ٻارھون

اي سپاجھا سپرين ڪريل آھيان گھڙي سنڌ
سچ خود ٿئي تو لڇي جان ڏسي تصوير تو منڙي سنڌ

قل ھو الله تو چيو لئہ عاشقن جي اي منا
ھر جھان ھو ھڪ ٿيو جنھن نيڻ ني تنھنجا ڏنا

جان ڪٿي دل ۾ نھاريم ڇا مان آھيان ڪٿي
توڙي ظاھر توڙي باطن تنھنجي نور جو جلوو مٿي

درميان منھنجي تہ ھڪ آ مگر ولايت ۾ ڏھہ دليون
لاحدي لاھوت ۾ ھر ڪو وجي ھتڙا مليون

غلام حيدر تون ھميشہ ڏس ڪي ھادي ڏينھن رات
دين ڪفر ڪي دور ڪيم تن ۾ رھي ٿي تنھنجي تات

## غزل تيرھون

ھر دو جھان ۾ ڪو تو سمجھان مان خدا ڪان نا جدا
ھن فضا جي جسم ۾ ايو ڏسڻ پنھنجو لقا

شوق منھن محبوب جو منھنجي جگر ۽ دل اندر
ڏار ھڪڙ دم نہ آھيان مان فدا ٿيس ان جي در

تو ھٽان نعره انا الحق اوٽ ٿي انسان جي
چيو خدا آھيان اڪيلو عشق جو فرمان جي

دن ڪفر ڪي دور ڪر مرشد مون ڪي فرمائيو
سوا خدا باقي ناھي ٻنھين جھانين ڪو ٻيو

غلام حيدر جي تون ڇاٽين در ھادي ۽ جي خاڪ ٿي ۽
رھہ نفي اثبات سان تون دم نہ ھڪڙو ڏار ٿي ۽

## غزل چوڏهن

دنيا اندر دلبر ڏسان ٿو دائما دم ذوالجلال
پاڻ خود آه مان ۾ ناهيان بي رنگي هو بي مثال

قل هو الله ڪلمون چيم ان ذات ڪي ناهي جنم
ٿيو ظهورو زي بالا نور نوري نئون نهال

انا احمد چيو سرور سوا ميم جي روشنائي ٿي
حسن ان حيران ڪيو آيس ڪري دم جا خيال

ٿو سڄاڻان يار ڪي مان ذات پاڪئون پاڪ آه
ٻئي ڪنهين ڪي ڪونه چاڻان تو ڙي آهيان بد افعال

غلام حيدر غي ويئڙو ٿو ڏسان جاني ۽ جمال
نور آه هر شيءِ اندر قادر ڪي قدرت ڪمال

## غزل پندرهن

جسم پنهنجي ۾ ڏسان ٿو مالڪ ملڪن ۾ سندم
دم دم اندر ديد دلبر نعره شهنشاهي هنيم

رمز عشق جي آه باقي يار آهي ديد ۾
اينما ڪنتم ٻڌڻ سان سر صنم تان صدقي ڪيم

هر دو عالم هو ٿو سمجهان ناهي ٻيو اُن کان سواءِ
نور هو انوار اعليٰ دنيا اندر دوست ڏٺم

دين ڪفر وڃهندي ڏسي مان جڏهن ويجهو ٿيس
موت کان اڳ ۾ مري مان قول اڪين تي رکيم

غلام حيدر هي چا چيو قرآن خدا آهي احد
آءِ احمد ميم ري ۽ فرمائيو سرور صلعم

## غزل سورهون

مالـــک امـــان جـــو امـــن ڏنـــڙم دوســـت تـــي انهـــيءَ در
خـــالق دامـــن اســـان هـــٿ چـــاجو غـــم پـــوءِ پيـــو نـــہ ريءَ ان

آه کونـــہ پيـــو کانســـواءِ خـــدا ۾ آســـمان زمـــين کيـــي ســـڃي
آ نـــــہ چـــــو اکبـــــر الله خـــــدا ذاتِ زبردســـــت

متـــي پنجـــتن اتـــم پـــک جـــي مرتـــضيٰ حيـــدر حـــب
کـــي مـــون ڏاڍو آهـــي ســـوز هـــان خاکپـــاءِ ۾ غـــلام مـــان

متـــي در جـــي نجـــف شـــاهِ آهيـــان پيئـــڙو غـــلام مـــان
کتـــي آ حـــد جـــي شـــرف جـــو مـــڙن مـــولا آه مالـــک

علـــي دم دم ڏســـان تـــو گـــر ثنـــا آه حيـــدر غـــلام
گمـــان ۾ شـــک کـــو نـــاه هـــان حيـــدري پـــانهو تـــہ مـــان

## غزل سترهون

دل جــي وادي۾ ڏســان ٿــو مــان تــہ ناهيــان آهــي الله
يــار آهــي منهنجــي نظــر۾ جــنهن طــرف کريــان نگاهـــ

دائمـــا آهـــي پـــاڻ هـــادي منهنجـــو رهبـــر راه۾
مـــان پکـــي پـــر ڏيهـــہ جـــو بلبـــل آهيـــان هـــت بـــاغ۾

مـــان کريـــان ٿـــو مـــوج ســـري ســـر سراســـر نـــور الله
کونـــہ ڇـــاڻي کـــو بيـــو کـــو مـــنهن مقابـــل ٿـــيڻ الله

زاهـــد تـــو کي کهـــڙي خبـــر دم ذات جـــي رمـــزن ســـندي
هئـــي حـــسين شـــعلہ کئـــي منهنجـــي جـــان۾ جنـــدڙي جـــڏي

غـــلام حيـــدر کتـــڙو آهـــي شـــاهِ نجـــف جـــي گهـــٽيءَ جـــو
عـــرش کرســـيءَ جـــي انـــدر آهـــي نقـــارو علـــيءَ جـــو

## غزل ارڙهون

ديـــدار۾ بهـــار دل پيـــو ســـوز نـــہ مـــون کـــي
ســـارو غيـــر ٿيـــو ختـــم عـــشق ســـوار مـــون تـــي

پـــاڻ کـــي ڇاڻـــان ٿـــو مـــان ڇـــا کنـــدس حـــوران گهـــٽيـــون
آهيـــان مـــست کـــان الـــست دل حـــوالي دوســـت جـــي

هـــي زمـــان گـــذر خـــانو پکـــي هـــان هـــوا جـــو
هـــر حـــال منجهـــہ وصـــال پنجئـــي تـــن چوٽـــون

آهيـــان ٿيـــل غـــرق انـــدر بحـــر حـــسن جـــي
کيـــانو جود۾ ســـجود پـــي کـــا خبـــر نـــہ ڇاڻـــان

غـــلام حيـــدر دربـــدر ديـــدار منهنجـــو ديـــد۾
پکـــي بيـــدار نيکـــو کـــار ســـري جـــي ســـير۾ خـــوش هـــان

## غزل ويھون

يـــا الاھـــي عـــشق تنھنجـــو بنجـــي آيـــو تاجـــدار
قـــل ھـــو الله تـــو چيـــو مـــونکئي جنـــدڙي نثـــار

تو کان سواءِ ٻيو کونہ آ منھنجي جھانين تون آن غفار
بـــي رنگـــي اســـرار تنھنجـــو لازوالـــي نئـــين بھـــار

آيـــو ھـــان حيـــرت انـــدر مظھـــر ٿيـــو جڏھن شھـــسوار
رات ڏيـنھن اثبـات تـي تنھنجـي نـور جـي انـوار يـار

غـــلام حيـــدر کـــن تـــہ ڏي تـــو يـــار جـــي دربـــار ۾
ساه کـان ويجھـو صـنم آ تـنھن اڳيـان کـر زار زار

## غزل اٺويھہ

دنيـــا انـــدر دوســـت ڏســـان تـــو دائمـــا دم ذوالجـــلال
پـاڻ خـود آھـي مـان تـہ ناھيـان بـي رنگـي ھـو بـي مثـال

جاءِ جـي مـون کـي نـہ کـل ھـت نـا گناھہ نـا ئـي ثـواب
ظـــاھر ۾ ان جـــي وڏائـــي کـــو نـــہ آ ان کـــي زوال

غيـــر ھـــو حـــق ٻيـــو تـــہ نـــاھي مالـــک خـــود آ ملـــک جـــو
مـــن انـــدر محبـــوب ڏنـــڙم تـــوڙي آھيـــان بـــد افعـــال

مان ٿيس حيران تنھنجي حسن تي ۽ زلف جي پيچ ۾ آيس
تـــو ھٽـــان نعـــره انـــاالحق بـــي رنگـــي قربئـــون کمـــال

غلام حيدر جي تو سمجھين ھاديءَ جي در تي خاک تيءِ
پـل نـہ ھکـڙي تـج پـري ڏسندو رھـج مـنھن جـو جمـال

## غزل ايڪيهون

ولايت عشق ۾ ويٺس ڏٺم انوار ذاتيءَ جو
پنهي جهانين پيو ناهي حسن هڪار جانيءَ جو

آهيان احمد سوا ميم جي چيو سرادر عالم جي
هر شيءِ محيط مولىٰ دم سر بسر سلطانيءَ جو

ڏينهن رات حيران حسن ۾ صورت آه سرور سندي
نور منهنجو عرش ڪان آ دنيا گذر آفانيءَ جو

مان قرآن دائم صنم جي منهن سندو ڪريان طواف
مان نه چاڻان ڪعبه مسجد رنگ ڏٺم لاثانيءَ جو

غلام حيدر غم نه ڪر حامي حمايت پنجتن
ميڙيندو مولىٰ مدايون حامي حشر حيرانيءَ جو

## غزل ٻاويهون

اڳيان تنهنجي عرض ڪريان اي شفيع المذنبين
حال منهنجو تون ٿا چاڻين اي شفيع المذنبين

در سنڌءِ دلدار آيس سيدا حامي حشر
ناهه ڪو ڏوهن ڳاڻيٽو اي سراج العالمين

داد ڪر دلبر تون دم ۾ يا احمدا عالي جناب
آيو آهيان دار اوهان جي رحم ڪريو راحمين

نالو سندوَ غفار آ منهنجي مٿان ڪريو ڪرم
يا هاشمي هر دو جهان ۾ احد تون آن دائمي

غلام حيدر غم نه رکيو اڳيان سرور جي فرياد
دانهون ڪريان زاري ڪريان طلب وانگر طالبين

# سي حرفي، مدح، مناجات،
# منقبت ۽ مولود

## خطبہ ماہ رمضان المبارک

هيءَ صفت سڀ سبحان جي باطون جي تہ بيان جي،
نانڪ شاهي نيشان جي سڀ ڪل اتي انسان جي.
يا ماہ رمضان مرحبا

الست بربکم قالو بلىٰ تي عشق مولا منجهہ فنا،
روز قيامت تا جزا پوءِ خود الاهي مصطفيٰ.
يا ماہ رمضان مرحبا

خلق الاشياءَ ڏس پاڻ ۾ موڳا نہ پائج جاڻ ۾،
ويٺا آهيو اهجاڻ ۾ ميزان پيو ڪنهن ڪاڻ ۾.
يا ماہ رمضان مرحبا

ثابت سچي سڪ يار سان تو دل رکي گهر بار سان،
پر تين پرين اغيار سان دل ۾ دنيا انڪار سان.
يا ماہ رمضان مرحبا

چنڊ ڏسي خوشنود ٿئين ڪري جام شربت جا پئين،
شرمندو تي گهوڙي چڙهين ڪوڙا ڪتا نابود ٿئين.
يا ماہ رمضان مرحبا

سيون ڪائو تا شوق مان تسبيح مڙهايو ذوق مان،
سجده ڏيو تا فوق ڪان وڌ پاڻ ڇاٽو لوڪ ڪان.
يا ماہ رمضان مرحبا

دلبر ويٺو آهيئي اندر تون ٿو نهارين زال و زر،
طالب دنيا ڪوڙو مکر ابليس تي منجهہ شور و شر.
يا ماہ رمضان مرحبا

مسئلہ ٻڌائين ٻين کي پاڪر وجهين رهزن کي
محبوب ڪيئي ختمنکي وسوس ڪرين پيو ڪن مکي.

يا ماه رمضان مرحبا

هر هر وينا گفتار ڪيو ڏسي خلق کي سينگار ڪيو.
متي ڪين جي تڪرار ڪيو دنيا دلبي ڏار ڪيو.

يا ماه رمضان مرحبا

علمت رساند در دهر ڪوڙا ڪريو تا پيا ڦڪر
دل ۾ دنيا هٿ ۾ ذڪر منجهہ خلق جي ڪريو مڪر.

يا ماه رمضان مرحبا

چار يار تڪرار تي صديق رضہ سچ سچار تي،
عثمان عمر مهندار تي چشمۂ علي رضہ اسرار تي.

يا ماه رمضان مرحبا

شاهہ حسين رضہ ڪربلا مقتول شد درجہ لوا،
هفتہ طبق شد غلغلہ خونش شدنداز سرسلہ.

يا ماه رمضان مرحبا

حاسد پيا حاويءِ سندا هر دو جهان ٿيڙا گندا،
سي ناس ٿيا موڳا سدا ساوا طبخ پيا سر ڪندا.

يا ماه رمضان مرحبا

سالڪ پسيو سجده ڏين دل ۾ دنيا معبود اٿن،
پڙ ۾ مخنث پيا ٿين متي ڍوند جي ڊوڙيو وڃن.

يا ماه رمضان مرحبا

ساراه سچي ستار جي ملڪ و فلڪ دا دار جي،
فاذڪرو ڪن تار جي سارو اٿي اسرار جي.

يا ماه رمضان مرحبا

سچي صحي سڪ يار ڏي بره سندي بازار ڏي،
تون گوش ڪر گفتار ڏي هر دو جهان اسرار ڏي.

يا ماه رمضان مرحبا

ڪوڙي دنيا دنبال تي خارج خسيس خصال تي،
ناقص سيئي ان تال تي پٽوي وڏي بدچال تي،
يا ماه رمضان مرحبا
غلام حيدر دم گذر بره بنا ٻيو سڀ مڪر،
هي فنا آه دگر ڪلمو ڪهو جو خوب تر.
يا ماه رمضان مرحبا،
لا الله الا الله محمد رسول الله
صلي الله عليه و آله وسلم

## مناجات

مون ڏانهن مدايون تون بخشين خطائون
كيم يار كوڙين كي بيحد برايون
بخشين ڏوه ڏاتر پلا كر پلايون
حاصل ٿئي هدايت ڳچيءَ پاند پايون
توريءَ ناه تكيو قسم كلمون چايون
نبيءَ نور سرور دامن دست لايون
لكڻ ناهه لكيو تو بازيون بنايون
كنهين بات كانهي جي عقل چا هلايون
قلم لوح كرسيون تو سهڻا سمايون
ساري جڳ ۾ جانب تنهنجون جوڙ جايون
زبر زير ظاهر تو كي يار پانيون
منجهان مهر مرشد مجين منهنجون آنهون
ڏسان ڏينهن راتيان وارن جون وڏايون
پرين پاك پرور ٻڌن ڏئين تون پانهون
مدد ماڙ منهنجي اچي كر ايڏاهون
اونداهيءَ ۾ اوجر سهڻا كر سهايون
ڏسي ڏيهه سارو تنهنجا ڳڻ ته ڳايون
منجهئون قرب قطري ڇٽيون لك هوائون
هي غلام حيدر ناهي تو سوايون
سهان يار تو نا پلك هك پراهون
منجهان عشق مولا كيون تو سر چڱايون
ٿئي ڏيهه ڏاني محبت مچ مچايون
پرين پيش تنهنجي اچي جي پياهون
تنهنجو فيض فلكين اسين يار چا آهيون
نماڻي نوازين تون نازك نگاهون

يوسف يار تنهنجي سدا سر فتاحون،
هيٺن جي حمايت اچي ڪر آڳاهون،
پلوپاند تنهنجي جو لعلڻ لڳاهون،
مون منجهه عشق تنهنجي جوڙيون جيءَ جڳاهون،
ٿي غلام حيدر سندي لڙه لڳاهون،
ڪيم جي قصورا مجين منهنجي آزي،
علي سڻ الاهون تون هر دم حجازي،
چارئي يار پنجتن ڏسان ٿئين تون راضي،
منجهان سڪ ساريان تو دلبر درازي،
نجم الدين نوري تون غوثل غازي،
سدا يار يوسف تنهنجي طلب تازي،
دانهون سڄ دلبر وهي نينهن وادي،
هجي مون هميشہ تنهنجي عشق شادي،
رسي مون رحم ڪر هميشہ تون هادي،
سدا خيال تنهنجي وهي عشق وادي،
لنؤ لنؤ ۾ لولي تنهنجي يار جاني،
ڪريو ماڙ مرشد مٿي ٻاجهه ٻانهي،
اوکيءَ ۾ اچي ڪر تون مشڪل آساني،
ڪرين تون ڪرم سان خودي خيال فاني،
منجهان شوق تنهنجي سدا دل ديواني،
ڏئين سرڪ ساقي منجهؤن دم نوراني،
صدقي يار سهڻا ڪوڙين ٿيان قرباني،
منجهان خيال خوشدال ٿئي بره بقاني،
تون غلام حيدر سندو گر گياني،
رهي آه دل تي جنهن جي نشاني،
پڙهو پاڪ ڪلمون جنهن جو ڪونہ ثاني،

لا الله الا الله محمد رسول الله ☐

# مناجات

يا شاهه ڪر نگاه علي شير خدا جا.
سٽي آه ڪري ڪاه اچن نور نبيءَ جا.
مشڪل آسان هر دو جهان ڏي امان بخشين بار بدين جا
مچ سوال ڪرين پال نونهال علي حق حقن جا.
تو سر تاج ڪرين ڪاج رکين لاڄ نبي مير مڙن جا.
جن انسان دوجهان هر زمان ڪامل پير ڪمن جا.
چئي لولاڪ تو سر پاڪ سر افلاڪ اجها مير عاصين جا.
حيدر حق لاهين شڪ سر فلڪ نوري نور نبين جا.
سيد سام تنهنجي چام ڪل ڪمام علي يار اڙين جا.
مرسل مير ڏي سڏير منجهه منير واهر وير ولهن جا.
ڪير ڏوهه تو ڏانهن توءِ ڪيان روه راحم روز رحمن جا.
مچ سوال مون في الحال ڪيو جنجال ڏيو خيال خوشين جا.
راحت روح ڏي وروهه پرين پاپوهه اجها يار امت جا.
علي امام تنهنجي سام ڪل ڪمام ڪٽين بار کهين جا.
واهر وير آءَ امير ڏي سڏير زمين زور فلڪن جا.
محبت موج ڪري اوج حسن فوج لٽين لک دلين جا.
نوبت نيهن تنهنجي شينهن راتيون ڏينهن مجي سوالين جا.
غلام حيدر تنهنجي در ڪرين ور سچا نور نبين جا.
ورتم گهوٽ تنهنجي اوٽ ڏئي چوٽ ڪٽين ڪن ڪفر جا.
سٽي سڏ تئين ڳڏ منهنجو مڏ رکين روز رحم جا.
وحدت وير وسي بهير شاه سڏير ڏئين شال شرف جا.
شاهنشاهه سر ڪلاهه هل اتيٰ اسرار اعظم جا.
آءَ غلام تنهنجي سام محمد چام سائين شمس و قمر جا.
آءُ سويل ڪري پٽل رمز رسيل حامي روز حشر جا.
لاهين غم وجن وهم ڪرين ڪم سهڻا نور سرور جا.
تنهنجي تار بره بهار تند تنوار اجها يار عاصين جا.

علي شير پري پير اچ سوير حامي روز حشر جا.

حسن مير شاه شبير واهر وير سٽي سڏ سوالين جا.

شاه حسين لاهيو وئين سٽج سئين سوالين جا.

کري ڪرم رک شرم پلا پرم لاهين پول پلين جا.

تونهين تار منجهه اسرار کيان ديدار دامن جا.

شاهنشاه ڪر نگاه لڳ الله مشڪل معاف مڙين جا.

سيد سام ڏي انعام ڪوثر جام هامي هر دو عالم جا.

ڪير ڏوهه ڪيا اندوهه متي لوهه لکڻ جا

چارئي يار لهن سار مون منثار آهن شمس شرع جا.

مدد مير ڪر امير شاه ضمير رسين ڪاف ڪرم جا.

مشڪل معاف ڪرين صاف ڏي انصاف آڌر مير اڙين جا.

غلام حيدر آيئي در سچا سير سٽين سڏ ڏڏن جا.

ڪلمه قرار ڏي هونگار لهين سار اجها مير امت جا.

لا الله الا الله محمد رسول الله

صلي الله عليه وسلم

مالڪ تون ملڪ مولا وارث والي حسين،
ظاهري ۾ ظلم هيو، باطني سڀ نور عين.

ٿئين تولد تون جڏهن يا سيدا سالار تون،
منهن نبيءَ منهن تي رکيو امت سندا آڌار تون،
نور نوري سر سرتي ابتدا اسرار تون،
تون خدا جو لاڏلو خيرالنساءِ جو نور عين.

شائق ڪٽي شمشيريون ڪاهي پيا ڪفران ۾،
ڏڙ ڏڙن تي سڀ هنياءُون درد جي دوران ۾،
سڀ هيا باڪا بهادر برهه جي باران ۾،
وير سڀ وطنئون جدا ٿيا تنهنجي خاطر يا حسين.

مير تو معراج ڪيو يا سدا سرور حسين،
تون پيارو مصطفيٰ جو جگر جاني نور عين،
راز رب جو تنهنجي سر عاصين آڌر حسين،
جي لڳا لڙه لعل ٿيا سي نور نوري يا حسين.

جان جاني جگر تون آن مصطفيٰ حضرت امام،
ڪلهن نبيءَ جي هئين ڪلهي تي شاه تنهنجو شير شان،
خون تنهنجي سڀ ڇڏايا امتي جي خاص و عام،
سات پنهنجو سڀ کهائي پٽ ۽ پائر يا حسين.

نر هٹي نعرو سي منجھہ گھڙيا ڪنڪ ۾ ھا جلاھن،
ملڪ فلڪن تان لھي آيا امالڪ ھا تلاھن،
عرش ڪرسي ۾ اوراتو محب ٿيو مالڪ تلاھن
بيڪسي تي ٿي رنا سڀ ساه سراسر يا حسين.

ڪربلا ۾ ڪوس ٿيو ھو عرش ڪرسيءَ سڀ طوفان،
ناگھان نعرو لڳو تقدير لکيو بي گمان،
شاه تي شڪران ڪيا اي يار يار الامان،
حيدري ڪرار جي پياري پسرات يا حسين.

واقعو آھي وڏو تنھن کي ڪرڻ واجب تمام،
ھن بنده کي ناه طاقت جو لکي ڪربل ڪلام،
روز شب رب جا رسن سيد مٿي سھسين سلام،
تنھنجي سرور سام آه غلام حيدر يا حسين.

## مولود شريف



منھنجا سٽج سڏ سوير رس محمد مصطفيٰ
مرسل ڪل مطيع تو تو سر ڇٽ ڇپير،
چڪڻ مان چاڙھيو اچي گھور ڪري منجھان گھير،
ھيٽن حامي ھاشمي پھچ پرين پري پير،
اپر عاصي آھيان اچ! نہ ڪر اوير،
مرسل منھن ڏيکاريو سرھا ٿيڙم سير،
غلام حيدر گولڙو تنھنجي دامن ساڻ دلير.

تعريف داستان

## سيدنا حضرت پير عبدالقادر جيلاني رح

سيد ڏي سڏيران محي الدين ميران
ڪيو ماڙ منهنجي دائم دستگيران
اچن جي اجايا سي تو در توانا
بخشين گنج تن کي خدائي خزانا
شامل حال هيڻن تون ضامن ظهيران.

تنهنجو آه نقارو زمين ۽ فلڪ تي
ڇا حور و پري جن انسان ملڪ تي
نظر ڪر تون نوري تون پڳدار پيران
تنهنجي جوش جلوي ڪيئي ناقص نوازيا
گنهگار غافل جا ڪيئي عين آجا
ٻڏا ٻيڙا تاريئي بحر مان بحيران

آهيان مون اوهان جو پنهنجو پاڻ پسايو
مددگار مولا دائم در وسايو
ڪرم ڪر اسان تي تون قطب الڪبيران
هي غلام حيدر آه گولو غلامي
همت هوت حيدر آه محڪم مدامي
اچي معاف منهنجون ڪيو تقصيران

## مدح داستان

# حضرت پير پيران سيد عبدالقادر جيلاني رح

اول حمد لله کهان ذول الجلال
مدد کر تون ميران سٽي مڄ سوال
سوالي جا سيد کيو کر بحال
نوازين تون ناقص توڙي بد افعال
پيس پيش تنهنجي تون قدرت کمال

ڏيو مون ڏوهاريءَ کي آذر امير
مدد کر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم کر يا پيران پير
تون خدا جو لاڏلو کل پير تي تنهنجو قدم
سيدا سرتاج آهين برسر تاج و علم
غور کر غمگين جو راحم رسي کر کو رحم
تون غوث رب العالمين وهلو وڃائين غم وهم
مشکل منهنجي سڀ معاف ٿئي

ميران ڏيو مون من سڌير
مدد کر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم کر يا پيران پير
ترت آه تنهنجو طبل کل تمان تي
زمين چا زمن جن و انسان تي
هر دم آه هو کو حکم کل حيوان تي
عرب چا عجم جنگ جيلان تي
چا بغداد و بصروءِ کابل کرمان تي

هندوستان هالار تنهنجا نظير
مدد ڪر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم ڪر يا پيران پير
پرين پاڪ پنجاب ۾ آهي تنهنجي پچار
بلخ و بخارا سمرقند سجڪاج تنهنجي سنيار
سنيارن تو سيد لکين لک هزار
رسين روز تن جي هڪل ۾ هيڪار
منگان مهر توکان سيد مون سڌار

ڪرم ڪر اسان تي تون قرب الڪثير
مدد ڪر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم ڪر يا پيران پير
جلوه ۽ عزم تنهنجو ايران تي
ڇا دهلي ڇا دڪن ڪرب ڪرمان تي
آهو ڪو هڪل عرش آسمان تي
تنهنجو باڪ بر بحر بئيبان تي
تنهنجو شان شام ۽ توران تي

واهر ڪر وسيلو تون قطب الڪبير
مدد ڪر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم ڪر يا پيران پير
محب مير تو ڪي مڃن ڪيچ مڪران ۾
ڇا گجرات گرنار ۽ چين چوغان ۾
تلنگ تاب تنهنجو ڪن ياد يونان ۾
طبل تاب تنهنجو آه ڪوه ڪاف ڪنعان ۾
ڇا اجمير ناگور ۽ سند سريان ۾

ٻڏا ٻيڙا تاريئي بحر مان بحير
مد ڪر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم ڪر يا پيران پير
پرين تو پشوري ٿيا تابع تمام
عجمي عراقي ڪن سجده سلام
مصر ماڳ ماٿو ڪهن تو ڪلام
قنڌار ڪاشان ۾ مڃن ميران مدام
چوڏنهن طبق ٿا چون پير عبدالقادر امام

تون درگاهہ خدا جيءَ جو واحد وزير
مدد ڪر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم يا پيران پير
سڻ تيرهن رسين سڏ سيد سٽي
وهلو تون ورج وير واڳان ڪٽي
مدعي مار منهنجو تون نر نيزه هٽي
ڪرين تنهن ڪوفيءَ ڪي پلڪ ۾ پٽي
محي الدين ميران تون منهنجو ڏٽي

تون بادشاهہ بغداد جو آهين روشن ضمير
مدد ڪر محي الدين دليئون دستگير

تو ڪي جوان جبروت ملڪوت مڃن
سوالي تو سيد ٿا نو ڪنڌ نمن
ٻڌي ناءُ تنهنجو دوزخ دور ڀڄن
ميران مداحي تنهنجا خوش وسن
پون پيش تنهنجي ڏوڙا ڏاڻ لهن

تــون پڳــدار پيــرن جــو بينــا بــصير
مــدد كــر محــي الــدين دليئــون دســتگير

تــونهين پيــران پيــر آهــين بادشــاهه
كيــو مهــر مــون تــي كــا نــوري نگــاهه
قبــر مهــل مرشــد رســين رهنمــا
كيــو ســير ســهنجي ۽ لهريــون لنگهــاءِ
كنجــي كارخــاني جــي تــو كي عطــا

تــون حــسني حــسيني اميــران اميــر
مــدد كــر محــي الــدين دليئــون دســتگير

رســي تــون رحــم كــر يــا پيــران پيــر
تــون رهبــر رمــوز ات هــادي هــديٰ
ســدا ويــر وحــدت جــو لاحــد لقــا
وٺم دســت دامــن ٻر ســيد ســچا
كــير كــر كــوڙين مــون كوجهــا كڇــا

پيــالو پيــارين ڏئــين مــون شــفا
تــون هــادي هــدايت جــو صــاحب ســرير
مــدد كــر محــي الــدين دليئــون دســتگير

رســي تــون رحــم كــر يــا پيــران پيــر
ڏيــو دان داتــا الله لــڳ امــام
كــرم كــر كــريمــي آهيــان تنهنجــي ســام
تنهنجــو راهه رهبــر ٿئــي مــون انعــام
ســاقي حــوض كــوثر پيــاريو مــون جــام
هيــٺن حــال هــادي تــو محكــم مــدام

ٿئي بره باران محبت منير
مدد ڪر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم ڪر يا پيران پير
تون اولاد عليءَ جو حامئي حلم
سواليءَ تي سيد ڪرج ڪو ڪرم
ٿين مرض معافي وڃن غم وهم
اونده ڪي اجاري ٻلا ڪر ٻرم
لڳس لام تنهنجي پاليو لڄ پرير

ٿئي شوق شامل تو ضامن ظهير
مدد ڪر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم ڪر يا پيران پير
ٻڌي سوال سرور ڪيو مون قبول
اٿاري عاجز ڪي مدد ڏي ملول
مهابي نبي پاڪ حضرت رسول

تون آهين پير پارس محي الدين مير
مدد ڪر محي الدين دليئون دستگير

رسي تون رحم ڪر يا پيران پير
غور ڪر غلام حيدر هن گولي سندو
ڏيهئون مان ڏوهاري ۽ غافل گندو
وسئون نا وسارج هي پنهنجو بندو
همت هوت حيدر ٻه حامي ٿيندو
پنهنجا قرب ڪامل قريشي ڪندو

کھائج کلمو تون نعم النصير
مدد کر محي الدين دليئون دستگير
رسي تون رحم کر يا پيران پير

لا الله الا الله محمد رسول الله
صلي الله عليه و آله وسلم
برحمتک يا ارحم الراحمين

# مناجات

تنهنجو وڏايون انت ۾ نہ آيون
منگان مهر توهئون سهڻا سڻ صدائون
تنهنجي تار تن ۾ هيمشہ اساهون
کرين مهر مون تي سٺي مون الاهون
مدد ماڙ منهنجي سدا تو فتاحون
واحد نور وحدت سدا سر کلاهون
نبي نور انور آه مرسل مٿاهون
پنجتن پاک پرور آهن مون پناهون
چارئي يار انور روشن رمز راهون
وجن غم گذري دائم تو نگاهون
هميشہ هيٺن تي نانک شاه نگاهون
دامن دوست تنهنجي پاکر مون پيارا
نگهدار نوري سيد دم سچارا
هجي تار تن ۾ هجن هو هونگارا
مرشد موج مولا ڏو ڏو دم ڏکارا
چڙهي موج مرشد بره بقارا
ميجي سوال منهنجو هادي دم همارا
هميشہ هيٺن تي تو نوري نظارا
لائي دم جي لولي سدا تو سچارا
منگان مهر توهون تونهين تو تبارا
تکيو ناه توريءِ تون هادي حکيم
اجهو آهين منهنجو تون قادر کريم
تنهنجي تار تن تون غفور الرحيم
توکي ڳجهہ معلوم تون عالم عليم
فسير نسير جسير
عطا کر اهدناالصراط المستقيم
تون غلام حيدر جو مالک مقيم
پڙهائج کلمون جو نوري نعيم

لاالله الاالله محمد رسول الله
صلي الله عليه و آله وسلم

## غزل پانزدهم

در وجـود خـود بديـدم مالـکِ ملـک و منم
دمبـدم ديـدار دلبـر کـوس سـلطاني زنـم
رمـز عـشقِ لايزالـي يـار آمـد يـک نظـر
اينمـا کنـتم شـنيده ام سـر فـدا بردلبـرم
هـر دو عـالم حـق بـدانم نيـست ديگـر دوسـريٰ
دم صـفاتي دوسـت ديـدم نـور اعلـيٰ انـورم
ديـن کفـر در حـرب ديـدم مـا شـده نزديـک او
موتـو قبلـل انـت موتـو قولـه مـا برسـرم
غـلام حيـدر اينچ گفتـه قـول قـرآن قـل هـو الله
انـا احمـد بـلا ميمـي سـيدِ آن سـرورم

## غزل شانزدي هم

بـر در آن دوسـت ديـدم مالـکِ ملـکِ امـان
نيـست ديگـر غـم نـدارم دسـت دامـن در جهـان
راست چپ ارض و سـماهم نيـست ديگـر جـز خـدا
لا اُبـالي لـم يلـد الله اکبـر بـي بيـان
حـب حيـدر مرتـضيٰ دارم يقـين از پنجـتن
مـا غـلام خـاک پـانم سـوز دارم بـي بيـان
روز شـب افتـاده ام بـر در شـاهِ نجـف
مالـک مـن کنـت مـولا شـرف دم شـاه جهـان
غـلام حيـدر حمـد گـويم دائمـا ديـدم علـي
مـا غـلام حيـدري ام نيـست شـک نـا گمـان

## غزل هفدهم

در دیاری دل بدیدم نیستم ما هست هو

هر که بینم یار باشد همچنین دم سو بسو

دائما او هست هادي رهبري ما کو بکو

مرغ باشم لامکان عندیلب آن گني

کس نه دانم دیگري را رمز روحي روبرو

زاهدا دم ذوق ذاتي توچه داني این رموز

هي حسیني شعلهٔ آمد سراسر موبمو

غلام حیدر سگ کوئي هست هو شاه نجف

درمیان عرش و کرسي حق حیدر جو بجو

## غزل هزدم

در دیدار دل بهار دم سوز ندارم

همه غیر من گذشت شد عشق سوارم

خویشتن مي دانستم چه کنم حورو قصور

منم مست شد الست دل دوست سپارم

این دهر دم گذر منم طیر هوائي

همه حال در وصال پنجئي تن چهارم

منم لعل در جمال بحر موج محیطم

در وجود دم سجود دگر چیز ندارم

غلام حیدر در بدر دیدار ما یک مرغ

لا مکان ذو المنان سري سئیر بهارم

## غزل نوز دهم

در صفاتي دوست ديدم دائما دم ذوالجلال

اوست باشد من نيم بيچون رنگي بي مثال

ناگناه و نا ثواب! من چه دانم من كجا

در ظهوري خد بلند نيست اورا كئي زوال

غير هو حق نيست ديگر مالک المولئٰ محيط

در درون دوست ديدم گرچ باشم بدافعال

ما شدم حيران حسنت در پيچ زلفت آمدم

ميزنم نعره اناالحق بي رنگي قربٌ كمال

غلام حيدر گر بدان پيري مغان پئي خاک شو

از جدائي روئي او يكدم مَ شوم ازو جمال

## غزل بيستم

يا الاهي عشق تو آمد سراسر تاجدار

قل هو الله گفته من كنم جان را نثار

جز تو ندارم هيچ كس در دو عالم شد غفار

بي رنگي اسرار اعظم لم يزل سر نو بهار

آمدم در حيات مظهر شده چون شهسوار

روز شب اثبات آمد نور تو انوار يار

غلام حيدر گوش كن تو دمبدم در بار بار

نحن اقرب هست دائم پيش آن كن زارو زار

## غزل بیست ویکم

مـن گـویم پـیش تـوئي یـا شـفیع المـذنبین

حـال مـا را تـو بـداني یـا شـفیع الـسالکین

بـر در تـو آمـدم یـا سـیدي شـافع حـشر

بیـشمارم گنهگـارم یـا سـراج العـالمین

غـور کـن فـي الفـور مـا یـا احمـدا عـالي جنـاب

آمـدم مـن بـر در تـو رحـم خـواهم راحمـین

یغفـر ذنـوبي نـام تـو برسـر مـاکن کـرم

یـا هاشـمي در هـر دو عـالم انـا احمـد دائمـین

غـلام حیـدر غـم نـدارد پـیش سـرور الغیـاث

نالئـه زاري بگـویم طلـب دارم طـالبین

# متفرقه ڪلام (سنڌي، اردو ۽ سرائيڪي)

## ڪافي

سيس صدق صد بار ڪران
پيا پاس ميري اڄ آيا هي

گنگا جمنا جلتل جوئي اڪيو ايڪ سمايا هي
اندر باهر حق سارا تيڏا دين ڪفر سڀ رايا هي

موتو قبل الانت موتو بره بار اٿايا هي
غلام حيدر گل گلزاريان جنس نام پرم دل پايا هي

## ڪافي

اٿئي پهر اداس منهنجو من ماروءَ ڏي
ساريو سنگهارن کي سڏڪيون سڏکي ساس
ڪُهءُ ڪٿون باقتا منهنجو روح تن سان راس
ملڪ ماروءَ تي مينهن لهر جا وڻ ٽڻ وره واس
غلام حيدر غم لٿاسي ويا سيئي وسواس

## ڪافي

ملت مذهب عشق الته بن ڪوڙ قضا ڪل هوش هنر
دوئي دور نگي دور ڪريگا برهه بيرنگي دين ڪفر
گنگا تي جمنا اوپر جاني هر هر ذري هنگلاج ننگر
غلام حيدر گولا هوکي هر ويلي کهه حمد شڪر

## ڪافي

سر تيون صدقي يار تان
جيڏيون ٿيس جائي
سوال صحبت يار جي ٻي وٺي نٿي وائي
ڏيان باھ پنيور کي لنؤ جنھين پائي
ھادئ فرمايو حق جو پرت جنھين پائي
غلام حيدر غم ويو سڀ ٿي سھائي

## ڪافي

ڪاڪيون سيٽن وساريان آھي بر بحر ۾ پاڻ
سميع بصير عليم تون
نوري نينھن نياڻ

ونحن اقرب ويجھڙو
پرين پسايو پاڻ

ڪين چڙھيندو چپرين
آريا ٽي اڳواڻ

ساري سپ ڪنھن جوءِ ۾
موج وھي مھران
غلام حيدر گوش ڪر
ھر جا ھادي ساڻ

## ڪافي

وچ دنيا دي دوزخ ٻلدا
ڪيها غرض فقيران دا
طالب دنيا مخنث هوندي
منيدي نہ قول وزيراندا
دنيا دڪيانوس گنوايا
توڙي لک ڪيتس تدبيراندا
ملان ملواني عشق نہ ڄاڻن
علم پڙهن تقريراندا
عاشق رهن آزاد هميشان
چلدي چال اميراندا
غلام حيدر گم الله وچ
حاجت ناه نظيراندا

## ڪافي

موج ديکو ديکو يي مستي والي
جهڙ جهڙ جهڙڪا لاويگا
ڇنن ڇو هولا ڇوڻن زلفان
لنئو لنئو لهر جگاويگا
وچ ظلمات ظهورا ڪرڪي
روشن روز بناويگا
چشمان چوٽ لڳي وچ چولي
لعلي عشق لڳاويگا
نفل نمازان ليکا چوکا
آوڻ نال اڏاويگا
دل حير وچ هوئي حيراني
صورت سر ڇپاويگا
غلام حيدر غرض نہ ڪائي
ٻهرون بين وڄاويگا

## ڪافي

نرمل نوري چمر چمر چيرون لايا نيهن نغارا هي
موتو قبل الانت موتو لايا نينهن نظارا هي
وحدت دا درياءِ اٿليا باري بره بقا راهي
انا احمد بلا ميمي چوٽ لڳي چوڏارا هي
الانسان سرّي وانا سره عشق ڪاوه اشارا هي
ڏوهه ثواب دي جاءِ نه جاتي لايا شوق شڪارا هي
غلام حيدر گم حسن وچ هادي سخن سچارا هي

## ڪافي روپ سارنگ
### زبان سرائڪي



ماهي مين ڪني آيا هي
سنو سنيان ڏيو واڌايان

آوڻ نال ايسا رنگ لايا موتو مار جيوايا هي
عشق اسان ڏي آتڻ آيا چرخي چوٽ چلايا هي
غلام حيدر حق هو هادي پر ڪر جام پلايا هي

## ڪافي

مين صدقي ٿي آن تيڏي صورت والي چالي
رمزان دي وچ ٿيان مستاني لنئو لنئو دي وچ جاني
پل ڳيان سب پيان هر دي مهر ڪنون مڙيالين
جهامر جهومڪ جهومر لائي بينسر بولي بره بنائي
نيڻ وهائن نيائڻ آون جاون عشق اوپالي
نيٽين نيازي چوٽ چلاون لنئو لنئو دي وچ جوش جڳاون پرت ديکي

## ڪافي

ڏاڍيان عشق لايان دم هوليان
لڳيان لنئو لنئو دي وچ لوليان

نفل نمازان نينهن نيوسي
ورد وظائف ٽور سٽيوسي
آپون مطلب آپ ڏٺوسي
قالو بليٰ واليان ٻوليان

دين ڪفر جاتي داخل ناهي
قدم اسان تي اڳيان اٿائي
باه برہ دي پڙڪن باهين
درد آيا ڪر ٽوليان

ملڪ فلڪ وچ هوئي آگاهي
مين سڄڻ دي اصلئون آهي
لڳا نغارا شهنشاهي
ڀوَ ڀڳي سڀ ڀوليان

غلام حيدر عشق اداسي
باه برہ وچ جيڪو آؤسي
ڪيتي روپ سناسي
ڇوہ ڇٽيان دم ڇوليان

## ڪافي

وجهہ اک انھيءَ ۾ جنھن جوڙيو سڀ جھان
جلوي جنھن جي جوش ڪيو عرش زمين آسمان

پاڻ نہ پائج پاھنجو هندو مسلمان
ري پروڙڻ پانھنجي اتي زھد زيان

پوري پرھيزان ڪري ناحق ٿيو نادان
"غلام حيدر" غير ويو ٿيو هادي نگھبان

## ڪافي

هادي بات بتائي مجسون
رمز جيتي مرجاوڻدي
فوجان حسن ديان چڙہ چڙہ آون
موج جيوين سر ساوڻدي

ونحن اقرب ويجھا وسندا
روحي رمز رلاوڻدي
انا احمد بلا ميمي
دم سچا دل لاوڻدي

الانسان سري وانا سرہ
آيت عشق الاوڻدي
"غلام حيدر" غم نہ ڪوئي
جاڳي جوت جڳاوڻدي

## ڪافي
### روپ بلاولي

مين چلڪي نينهڙا لايا
دم دم هادي نور سوايا

دم دم ديدان ردرد دڪائن
اقرب عشق سڻايا

مين نهين آه يار دي ٻولي
ستگر سير مچايا

عشق اٺانبر سپ اڏاري
بره باز ٻچايا

انفسڪم اٿاهين ديکيا
سبق سڪ پڙهايا

موتو قبل الانت موتو
ڇوڙ خودي خود پايا

غلام حيدر هودي هادي
لنئو لنئو وچ لڳايا

## ڪافي

لڳي نين نسنگ مين نال
دم هادي حيدر رضہ حقدي

جڏان دلبر ديدان لايا
ترڪ ٿئي سپ تال
ڳئي شعلي شڪدي

پيري مغان پر جام پلايا
تيرا ڪيف ڪمال
آءٌ اٽڪن نال اکين دي

ديڪ رهي هون حيراني
جلوه نور جمال
ڳئي لولي سئي تڪدي

## ڪلام

ڪون ري اس پڙ آويگا عشق سارا اسرار بازي
انا احمد بلا ميمي نوبت نينهن وڄاويگا
ورد وظيفا منبر مسيتان دين ڪفر جل جاويگا
نوبت نينهن جي بيسر لاڪي جيتي او مرجاويگا
الٽيان عشق چلاوي چوٽان سرهونا وساويگا
غلام حيدر غير نہ رهيا دم دم دود دڪاويگا

## كافي

مجسون سجڻ دم ديد ۾ كر گيا جادو گري
دل هادي لوٽ ليا فوج حسني كي لڙي

هجر تيري كي نہ طاقت سڻ سجن ميري فرياد
در تيري دم دم پكارون بره كي باجي گهڙي

من همارا موهہ ليا ديدون كي دستور ۾
نيم بسمل عشق تيرا كرتاهي بازيگري

هم تمهاري ديد ۾ تو هماري هو رهي
نينهن تيري كي نزاكت دل ميري دلبر كري

غلام حيدر پل تمهين تم ويک پئہ فلي خاک كي
سر اتان دم سمجهہ ساڌو گر عجائب گوهري

## كافي

عجب اسرار عشقي كا سري ميدان آويگا
آكر ظاهر جو دل باطن سري
هر سماويگا
هندو مؤمن كى مہ ، ت ديكو
ديدار پاويگا
عجب القاب هي اعليٰ كون دين كو آويگا
كون دين كو آويگا
نحن اقرب بره بولي
تماشا كيسا دكاويگا
غلام حيدر حكم هادي
دلي كا دين دہاويگا

## ڪافي

مين تہ ڪوئي خيال آهيان
ليسان نال ديدار دي
موتو قبلل انت موتو قول سچي سردار دي
جان جسم وچ آپي سهڻا نال سينگار دي
وحدت ڪثرت آپي سهڻا قول قالو تڪرار دي
مين نهين او آپ وسندا گل ڦل دم گلزار دي
غلام حيدر غرض نہ ڪائي هر جانور نظار دي

## ڪافي

پڙهہ عشق صلوات سبحاني
سر ساہ ڪرين قرباني

ملت مذهب دين ڪفر ڪون سٽ
سير ڪرين سلطاني

آدم سر اسرار الاهي
چوڙ چلي جسماني

اندر باهر هو حق سارا
اقرب عشق نشاني

غلام حيدر گم صورت وچ
درد لڳا دل جاني

## ڪافي

بازي بره بنائي سر ڏيڻ سوغات
تنهنجي ملڻ واڱان نهاريانس
سهڻي بره لائي برسات

هو جي الف ۾ آلو دڻيا
ڏس تنهين جي ذات

دوئي ڪي دم دور ڪيو
ظاهر ٿيڙي ذات

ساجن سهڻي يار جي
ڏاهر ڪين ڏينهن رات

غلام حيدر حق جي
بره بڪائي بات

## ڪافي

آءُ تان سر آهيان سبحاني
آدم ڏيل ڏسڻ ۾ آيو
منهنجو وجود ديدار دلبر جو
آهي نورڙن نور نشاني
انا احمد بلا ميمي
آهي جلوو ذات رباني
الانسان سري وانا سره
پڌ فرمودو فرقاني
نوبت نينهن وڄائي هردي
آهي سوز سدا سبحاني
غلام حيدر هر صورت ۾
ڏس هادي حرف حقاني

## ڪافي

مار دفا بادشاهي دا
دم شولا نور الاهي دا
خيال انا الاحق حق ٻوليندا
ٽوڙ گمان گدائي دا
مار نقارا وحدت والا
ڇوڙ گمان جدائي دا
اوئي اسا ڏا اسان انهين دا
سارا سير صفائي دا
غلام حيدرؒ گر سمجهايا
ٻيج تون پير وڏائي دا

## ڪافي

سرتيون سهڻي يار جون مونکي
سڪان منجهه سرير
ونحن اقرب ويجهڙو
لائي برهه بهير
آهن منهنجا سپرين
دائم دستگير
ڪاڪيون ڪوهيارل جي
آهيان دم دم دامن گير
ڪين ڇڏيندو ڇپرين
عاجز هيءَ اسير
ڪامل ڏٺي ڪيچ جو
آهي مالڪ مهر منير
چڪڻ مان چاڙهيو
اڇي نانڪ نور نظير
غلام حيدرؒ گڏيو
منهنجو سهڻي رکيو سير

## ڪافي

صورت سير مچايو بي رنگ رنگ ۾ هڪ رمز رلي
هر دي هادي هڪ سمايو
دم دم دل تي شاهه علي
جنت دوزخ آپ بنايس
چوڏس هڪا هونگ چلي
ونحن اقرب وچ وچالي
سمجهه اها تون سوز ڪلي
چڏ وينا وي ڏندي ڪوڙي
کُهه برهين ڪي بات پلي
غلام حيدر گم حيرت وچ هي
هر دي هر تجلي

## ڪافي

جيئن پوءِ تيئن زور تون تان عشق جو دم اور
چڏ مسئلا ملن جا ڪوڙا آهن ڪور
وحدت ويريون آئيون بره بجايون بور
نوبت لائج نينهن جي تڪ نه بيا ڪي تور
اندر ٻاهر سپرين پائڻ پنهنجو پور
چڏ دنيا جي دوستي عليشن الاهي اور
غلام حيدر گوش ڪر ٻيائي سڀ ٻوڙ

## ڪافي

توسان زار زاري تنهنجو برهه تو بهاري
تنهنجي حسن جلوو ڪيڙيو هل دردور ٿيڙو
غيرت جو غلبو ويڙو جيڪا عشق دل اجاري
جن جي اصل کان آرياڻي آهيان پنهل پاڇاڻي
ونڌر جي وڪاڻي تنهن جي طلب تار تاري
سهڻا حال مون سيوئي معلوم يار توئي
ڪنهن پئي چوان مون روئي سهڻي يار ڪر ستاري
تنهن جي عشق جون اليلان ڪيون پرت يار پيلان
مجنون ڪري ٿو ليلان تنهنجو حسن ٿيو هزاري
غلام حيدر صفدر علي نجف جو انور
شاهي مڪان ڪوثر ڏني دوست اچي دلداري

## ڪافي

هر صورت وچ ڇپايا هي
بيرنگي رنگ بنايا هي

لا تحرڪ قولي قراني هر صورت هي سير سبحاني
ظاهر باطن ذات رباني سري سر سمايا هي
اينما ڪنتم اشارا هر جاءِ هونگ سري حق نعرا
پرت هادي دا پور پسارا ائين عشق الايا هي
وچ بهشتي آدم آيا اصلي اپنا ڪر ڪري لايا
سوز مون ڦير زمين سٽايا زير زبر رنگ لايا هي
غلام حيدر غير نه ڪوئي هر جا ساقي سير سيوئي
بادل نين ڪري جهر جهوئي پينگهي وچ پرايا هي

## ڪافي

ڪرم الاهي عشق امانت برها بحر جڳاويڪا
موتو قبل الانت موتو نوبت نينهن وڄاويڪا
اينما ڪنتم اشارا سرهو ناد سناويڪا
سر اسرار رهيندا جلوا جوت جڳاويڪا
علم عقل دي حاجت ناهين تن من چوٽ چلاويڪا
وچ صفاتي سير ڪريندا آدم نام ڏراويڪا
غلام حيدر گم نہ پيدا هر گهٽ هونگ مچاويڪا

## ڪافي

### روپ برور

ڪاڪيون آن قربان
سڄڻ جي صورت تون
حيرت يار حسن جي لائي
بسيندا باران
دلبر ديدان لايون
نيهان گوڙ نيشان
هر جا حڪم هلايو
عرش زمين آسمان
جلي جهڙ ڪو لائيو
پڇي پيا پروان
زوران زوري اڇن
عاشق پڙ متي پهلوان
غلام حيدر غير ويو
عشق ڪيو احسان

## ڪافي

آدم عشق ۾ ديدار دم حوالي
بيرنگ بره چوٽا اسرار اعظم عالي

صورت سوز ڇپايا هر جا اپنا حڪم هلايا
جان جسم مون جوڙ جلايا  باه بره دم ٻالي

وچ درياه حيرري آون لحمڪ لحمي جوش جڳاون
ٻير ٻچون تا مون نہ پاون عاشق ڦردي عين اتالي

دلبر ديدان دم دم لايون ونحن اقرب ويجهيون وڌايون
اها اٿي عاشقن رمز نرالي

غلام حيدر غير نہ ٻولي دم دم دلبر وچ وچولي
لهہ پئي سڀ روڳن دي رولي  آيا عشق ڌمالي

## ڪافي مهتاب حال حلاج قبول محمد

تلھ: منصوري مهتاب حال حلاج قبول محمد

نيڻهن نوازش ڪري تو ناميون سونهن پريو سرتاج
اکيون جنهين جون روپ پريون آهن ڪيو عشق سندو معراج
ڪوڙين عاشق نيئي پهچائي جڏهن کولي رخ جو نقاب
صدقي علي نوازش ڪر تون منجهه بره بي حساب
قائم دائم تخت تنهين ڪي عشق وارو انعام

Scanned by CamScanner

# ميان مينگهي فقير جو ڪلام

## ڪلام نمبر 1

اڱڻ محبوب مون ايندو مبارڪ ڏيهه سڀ ڏيندو
ٻڌي آنهون ڪندو واهون ڏکيءَ کي ڏاڻ شل ڏيندو
ڪريان زاريون ڳچيءَ ٻاريون مولا محبوب ميليندو
ٻڌي ٻولي لڳي لولي نظارو نينهن جو ٽيندو
وندر وائي سندن سائي بديون شل يار بخشيندو
بره بازي ڪئي تازي جوشن ۾ جيءُ جاليندو
سٽي آزي ٻڌي غازي هميشه هوت هو هوندو
متان مينگها ٽئين ماندو الله مون يار اچ ايندو
هميشه هوت هيڪاندو گولي پنهنجي يار گڏيندو

## ڪلام نمبر 2

پيچ پنهل سان پيو ڙي پيو جيڏيون
آهي اهو جو روز الستي ڪل شيءِ قادر ڪن فيڪوني
بره پائي ٽيو ڙي ٽيو جيڏيون
منهنجو دست انهن جي دامن ۾ پيچ جنهن جو آهي پختو
ننگيءَ ننگ ڪيو ڙي ڪيو جيڏيون
آهيان سماٽي عيبن هاٽي ويندس رهنديس ڪين هجر ۾
ڏس ٻار وچل ڏيو ڙي ڏيو جيڏيون
مينگها منهنجو مرشد رهبر دلبر دوست درازن وارو
قرب قاديءَ ڪيو ڙي ڪيو جيڏيون

## ڪلام نمبر 3

وو ڙينــدس جــوءِ ۾ جــاني
پايـان تـي ڪونـ تـو ثـاني
نيـنهن نظـارو نوبـت لائـي
برسـي تـي بـره بـاراني
دم دم دل ۾ دود دڪـن تـا
آتــش عــشق آريــاٺي
شـمس الحـق ڪلـڙي لاٺـي
پــيش پــيش پيــشاني
شـيخ عطار ۽ شبلي جيـوين
قتــل ثيــا قربــاني
بــره برابــر بــر دو ڪيــڙو
ڪــار جيــوين ڪنعــاني
مينگها مّحبت عشق اڙانگي
مــوج ڪئــي آه دل مــستاني

## ڪلام نمبر 4

عــشق اڙانگــي ڏنــي اهجــاٺي
بــــره بيراڳــــي پانيوســــي
چــوري چــشمن چــاڪ چڪــر جــا
گهــور انهــيءَ ســان گهايوســي
ونحــــن اقـــرب وره وراٺيـــون
ســـامين ســـوز سٺايوســـي
صــورت مــورت مرشــد واري
واه وڪــــر تـــــ وهايوســــي
مينگهــا مــولا مرشــد هــادي
پولــو هيــو نــا پايوســي

## ڪلام نمبر 5

پانير ٿي عشق آساني
اصل ڪان آه درد دوراني
اڇڻ سيتي آتش لائين
جلي ٿي جند جان جسماني
لک هزارين نيهن نهوڙيا
سر چڙهيو صنعاني
پلپل پلٽي عشق اڙانگي
نادر نقش نيشاني
مينگها ماري نينهن جياريا
مردا اهي ميداني

## ڪلام 6

مون تہ ٻاروچل کهيوڙي کهيو جيڏيون
اوٿي آئي ڪي ڇو روز جهليو ٿيون
بره بيراڳي ڪئي آه باراني
نينهن نعرو هنيو ڙي هنيو جيڏيون
کهڙي مون کي ڳالهہ ڏسيو ٿيون
عشق اليلان لايون ڙي لايون جيڏيون
جيڏيون مون کي محب ملايو
لعلڻ پاتو ليئو ڙي ليئو جيڏيون
مينگها منهنجو دوست درازي
جنهن بار بدين جو کنيو ڙي کنيو جيڏيون

## کلام نمبر 7

واہ چشمان چونک لائي وت بره بين وڃائي هي
و نحن اقرب بره بلائي موتو قبلل مار جيوائي
مست و مست الست الائي ڏتي عشق گواهي هي

دم دم دلبر ڏم مچيندا
درد مندان کون مار جيويندا

ساقي سوئي سبق پڑهيندا بيرنگ بره پلائي هي
پير مغان پر جام پلائي وحدت والي راه بتائي
بسم الله کر دلبر ڏتڑا پر پيالا محب متڑا
هادي ء هو هو حق جو ڏتڑا جس ني جوت جڳائي هي

مئين نا مئينا وچ آپ بوليندا
اپنا آپ تماشہ لائيندا

وحدت کثرت عشق اليندا صورت صاف الاهي هي
مينگهؐ مست الست آرياڻي سوز دا سبق آپ سڄاڻي
جس ني باقي رات وهاڻي خلوت خاص خدائي هي

## ڪلام نمبر 8

سرتيون منهنجي ڳالهہ سڻو
سو باري آه بي پرواهہ
لکين ڪروڙين سجدا ڪيائين
شور حجت ڪان سمجهہ نہ ڪيائين
ڪوڙئين ڪيتريون آتڻ اورن
سوز سکيو آه نئون نئون انهن
لتڙن فرض فلاح
ڪتڻ سبڻ ڪم نہ ايندءِ
بديون باري پاڻ بخشيندءِ
جو سدا حمد الله
آءُ تہ ناهيان ڪتندي سبندي
وتان سير تي سٽون ڏيندي
مرشد منجهہ نگاهہ
مينگها مدّيون معافي ٿيندي ون
اجهي احمد حڪي ابنديون
ثابت چئو صل الله

## ڪلام نمبر 9

ڪينن ڪتندي ڪامٹي جنهن ڪي ور ڏنو وارو
ڪ هبون آه ڪونين ۾ منهنجو حامي هاڪارو
ونحس اقرب وره جو ڏنو عشق اشارو
ڪيچن ڏس قبول ڪيو هن ڏڏيءَ جو ڏارو
ڪاهي ايندو ڪافن ۾ منهنجو پنهل پاڳارو
مينگها مدد مصطفيٰ آهي سيد سوپارو

## كلام نمبر IO

اکين اسرار جون ڳالهيون سوين چالا لکين چاليون
اڙن چو کيون اچي چوري ظاهر کن زلف پوءِ زوري
بره بي راڳ کٿي پوري کيان کهڙيون کنهن سان ڳالهيون
اچي فوجان حسن پهريون لکين لاحد چڙهن لهريون
چلائن چوٽ سي چهريون کري بيدار سي پاليون
لائن هينئڙي اندر هوري وجهن اهڙي کٽي ڏوري
هميشه هونگ هک هوري نوکان نيڻن جون نراليون
مينگها مرشد چيو چاري اندر اورج نه تيءُ آري
جيئن جڳ سان گهمين ساري جانب سان جوءِ ۾ جاليون

## كلام نمبر II

کنهن محبت منجهيان چاريان ني
نه ته ملک سارا ماهي يار دا
تخت هزارون رانجهو آيا انحد مرلي ناد وڄايا
سيد سياليان سٽياني وسر ڳيا کم کار دا
جوڳي جادو جڙکي آيا و نحن اقرب سيد سٽايا
فاذکر کر فرمايا ني اذکر دي اسرار دا
موتو قبلل مار جوائي انت موتو آک سٽاوي
عشق جٽيان جس پايان ني جوڳي کنهن جنسار دا
مينگها مرشد موج جڳاوي بيرنگ برها پيد بتاوي
سٽو ته سنکيان سرتيان ني درد لڳا دلدار دا

## ڪلام نمبر I2

ڏي خبر خاطي ڪري
دلبر ڪڏهن ملندو وري

تو کي سڄڻ سارين سدا
هڪدم نہ ٿيءِ دلبر جدا
مون سان ملج بهري خدا
توريءَ سڄڻ ويندس مري

دل درد جون دانهون ڪير
تنهنجي اچڻ لاءِ آنهون ڪير
پانهون ڀڏي هٿڙا ڪنير
ڪئي چاڪ چشمن جي چڙي

هيءَ ناز نيڻن جي ڪٺي
لحظي تنهنجي لالن لٺي
توريءَ نہ ٻي گهوريءَ گهٽي
هيءَ پرت تنهنجيءَ سان ٻڙي

مينگها متارا مام سان
خاطر نہ ڏيندا خام سان
ريڏا وجي رندرام سان
پولو پيجي پائڻ پري

## ڪلام نمبر 13

ويڪو بار بره دا باري هي
سر عاشقان دي اظهاري هي
ويڪو چاڪ پوشاڪ چوڏاري هي
اوئي صاحب تخت هزاري هي
ويڪو شاه حسن تہ شڪاري هي
ماري تير ڪمان ڪٽاري هي
ويڪو خواب زليخا زاري هي
وچ مصر دي واپاري هي
ويڪو مالڪ ملڪ مختياري هي
جيوين ڪربل قتل تياري هي
ويڪو مينگها منصب داري هي
سارا نور جمال جباري هي

## ڪلام نمبر 14

رند روز رمزن ۾ رتا اسم ءِ جسم ڪي ڏين ترڪ
مئخاني ۾ مستن متا سوريءَ متي سالڪ سليا
جهلئي نہ ڪنهن ٻئي جي جهليا موتو قبل مانجهن مرڪ
گهوٽ گهورن گهائيا ڳالهين ڳٽن سي ڳائيا
نينهن نعري نائيا ڪن طمع توڪل سان ترڪ
سانگا چڏيائون ساه جا اسم و جسم الله جا
ٻولي نہ ٻولن ٻي ڪا وره وصل وارن ورق
مينگها متارا موج ۾ پيالا پيتائون پُر اوج ۾
دم دم درازيءَ فوج ۾ وحدت جي واديءَ ۾ غرق

## كلام نمبر I5

ديــدان دو ناليـــان دلبــر واليـــان
كــس قلـب والـي كــٹ گيــان
چــشمان چــور كيتــي دل ميــري
بــره بانــگ ســٹائي ســويري
هــڻ تــان ويــر نكــوئي ويــري
نـــال خـــواهش كـــٹ گيـــان

چــٹ پــٹ نــال عــشاقان اٹكــن
هٹكـي هٹكـي مـور نــہ هٹكن
چــشم چراغــان لحــظ لــٹكن
ملـــك دليـــان در لـــٹ گيـــان

دم دم ديـــدان آكـــي اٹكـــن
نــال عــشاقان چــشمان چــٹكن
ونحــن اقــرب آكــي اٹكــن
بــره ديــان باكــان قــٹ گيــان

مينگهــا مرشــد مــوج نــوراني
الانـــساني ســـر ســـبحاني
تــنهن كــون پــاك منــزه جــاڻي
ســـر دا ســـانگا ســـٹ گيـــان

## کلام نمبر 16

جڏان تير کمانان ڇٽيان
سانون کون ڏيوي هڻ متيان

مئين ماهي دي مهر سجاتي
خيال کيڙيان دا ڳيا صفاتي
گهور نيڻان دي گهٽيان

مئين ماهي دي ماهي ميڏا
اصلئون آها روز ازل دا
طعنے کيون ڏيوو تتيان

قاضي کتابان کول مسئلي
شرع شريعت نينهن نرالي
عشق آيا گهن گهٽيان

مينگها منجهيان چاک چرينديا
ويڙهي اساڏي ونجهلي وڄيندا
پر پر ڏيندا وٽيان

## کلام نمبر 17

کيئن پکي پيجري آئين
اڇي خوش وينين هن خاک ۾
اڏري وڃ تون اوڏانهين جت اصل هئين افلاک ۾
موج مرسل جي مجي ڏس اجر التحيات ۾
ملک ويو منسوخ تي جڏهن پاک آيو پاک ۾
پاڻ ۾ پاٺهي گڏيو جڏهن بره هو براق ۾
اقصيٰ منجهان آيو اتي اچي پيو ظهورو ذات ۾
موج هن منصور کي ڏس طلب آندو طاق ۾
سوريءَ چڙهيءَ سلطان تيڙو اصل جي اخلاق ۾
مينگها مماتي معاف تي هر دم رهين حيات ۾
پاڻ کي پاسي کري کڻي رمز رک رزاق ۾

## ڪلام نمبر 18

پلي نانبيهہ بازر ۾ سودو ڪر يار سان سر جو
لنگهي لانگها چڙي سانگا ڏسج مئخان مستن جو
ڏيندءِ سرڪي ونج مرڪي اتي اهو جام ڪوثر جو
پڇي ڪالب تجانءِ طالب، ونج اختيار اقرب جو
ونحن اقرب وسي نيڙي پڌج فرمان فاذڪر جو
نہ وجهہ مصلا نہ ڪر مسئلا چڙي ڏي ذوق سپ زر جو
ڪاهي وچ ڪاه قلزم تي چڙي سپ پروسو پر جو
مينگها مولا يگا پولا علي آه نور احمد جو
قتل ڪر ياد ڪربل جو چڙي ڏي سانگ سپ سر جو

## ڪلام نمبر 19

ناحق تئين نادان وينين پنهنجي واٽ وڃائي
ڪاڏنهن آئين ڪاڏي ويندين
هت نہ هوندين لوءِ لڏيندين
پڌ فرمودو فرقان فاذڪروني اذڪر آهي
حرص هوا ۾ تئين حيراني
دسي وينئي دگ ديواني
مخنث واري مام طالب دنيا تو منجهہ آهي
روز الستي آواز الائي
ڪالهہ قالوءَ جا ٻول ٻڌائي
سنبري نہ ڪنيئِ سامان اهو تنهنجو تعجب آهي
مينگها مرشد موج جاڳائي
وحدت واري راه بتائي
جنگ پياري جام جوڙيون جوڙيون جوش جڳائي

## ڪلام نمبر 20

تو تيئن ڪين ڪتيو
جيئن ڪتن ڪتڻيون

چرخو چندن عاج جو تو اندر نا اوريو
ايندو درازي دادلو جنهن پاتو لعل ليئو
سنهو سٽ صرافڪو تو ويٺي وڃايو
اڏي تي اختيار ڪر مرد سر سنياپو
مينگها مدد مصطفيٰ اچي هاديءَ هٿ ملايو

## ڪلام نمبر 21

واٽ ونڊر جي ويرن جو
مون کي ڏس ڏيو تن ڏيرن جو
ڪانگا ڪائنڊءِ ڪيچ جا
ٻوٽيون ٻانيڙ ٻيرن جو
ڏيندس ماڻهو مرن کي
جيءُ بکيون ۽ جيرن جو
جتان جت لنگهي ويا
صدق وڃان تن سيرن جو
اوڪا پنڌ پٽن جا
گهٽ جبل جي گهيرن جو
ڪٽندو بار کهين جا
مينگها محمد ميرن جو

## ڪلام نمبر 22

بره ڏيڪاريس ياڻ سڪ سهٽيءَ ڪي محب ملڻ جي
عشق السيلان ڪيس طفيلان
جيئن بستامي سر بره جون ڪيلان
طلب لايس تاڻ موتو قبلل مري جيئڻ جي
اندرؤن ڏنس عشق اشارا
گهور ڪيون تي لنگهي گهارا
نظر نہ آيس نياڻ ونحن اقرب وره وسڻ جي
سرڪ ملي هيس صاف سڄڻ جي
گهوٽ ڏني هيس گهڙي تہ ٻچڻ جي
وحدت ساڻ وڏاڻ هستي واري ٻت ٻچڻ جي
مينگها ميهر من ۾ هيڙس
ميخ محبت جي جيءَ ۾ جڙيس
مستيءَ منجهہ مڪان صورت واري سرت رکڻ جي

## ڪلام نمبر 23

ستئن سيج بندن تي ٻڌي ٻهڪارون
اٿي اسر ويل جو ڪرين پنهل پچارون
ٻانيڻ ٻاروچن سان تو ڪيون نہ نهڪارون
چڙهي جبل چوٽئين ڪري ڪامڻ ڪوڪارون
توڏن تڙ پيڙان ڪيون سنديون پورب پچارون
لڪ سويرو لنگهيا ڪري ڪر هل قطارون
لڙڪي لڪن سامهون ڪري ساجن سنيارون
هڪلان هوتن ڪي ڏسي ڪري ڏونگر ڏهڪارون
ٻڌڻ ٻاروتڻ ۾ تيس مادر ميارون
مينگها مليس مهت سان تي آجي آزارون

## ڪلام نمبر 24

عشق حسن اسرار ڏسو
سر سانگ سوليءِ هسوار ڏسو
چٽ پٽ چشمان چوٽان لائن
گهڙي گهڙي سي گهوران گهائن
ناز نيڻن نروار ڏسو
زوري زلفان جادو لائن
مزگان مرچان آٽي اڙائن
صاف سيني سنڪار ڏسو
ابرو سيف ايراني الارن
ڪاڪل قاتل آٽي اپارن
چشمن جا چيڪار ڏسو
مينگها محفل مرد ملهائن
دست وني سي درد جڳائن
درازيءِ ديدار ڏسو

## ڪلام نمبر 25

عشق جي اسرار جي هيءُ ڳالهه تان ڪهڙي ڪري
بره جا بازر ڪيڏي سودو وڻ سر ڪان پري
مورت ڏس مستان ڪئي آئي عشق جي هيئان اري
ڏسي بديهل ڪي باغ ۾ ملڪان آندو منتان ڪري
هار ڏس حيران ڪئي آتڻ بيني آنهون ڪري
ڪؤنئرو وني ويس ڪانڌ ڪي ضعف ڪان زاريون ڪري
مومل ماڙيءَ تي چڙهي سنجهئون بيني سڏڙا ڪري
راڻو رساياٿين رات جو هيءُ درد جون دانهون ڪري
مينگها نتو معلوم ٿئي ڏس ڏيان تون دل جو ڏري
ڪوڙين ڪناهن ڪيترا سانگ سوريءَ جا ڪري

## ڪلام نمبر 26

چشم ڪنيو ٿو چٽين وو نيٽن واري ناز سان
بئينسر بازو بند زور اور ٻاڻ هنيو ٿو ڀٽين
جيئن شيرين ڪيو فرهاد سان
چاه زنخ ۾ شاه سڪندر قيد ڪيون ٿو ڪٽين
جيئن شاه محمود اياز سان
پل پل پلڪان پور رکن ٿيون
محبت مور نه مٽين مينگها دم ٿي دراز سان

## ڪلام نمبر 27

دلڙي لٽي دلبر وئين بيشڪ نيٽن جي ناز سان
قول قالوءَ جا ڪيم تنهنجي الست آواز سان
فاذڪروني فيض اٿي ذڪر واري امداد سان
هينئڙو حبيبن هٿ ڪيو بازي بره بي داد سان
مهت مونسان ڪر ملڻ جو اقرب واري ارشاد سان
ڪونه ڪو چاڻي پيو جيئن گذر جلاد سان
خنجر ڪنيون خوني هٽين جيئن ڪيڙء فرهاد سان
خيال خارج سڀ ويا تنهنجي نظر نواز سان
قيس ڪيئن قربان ٿيو ويڙهيو ولين ون زاد سان
مينگها جيئن مشهور ٿي سورهيه ڏين سر ساز سان
قدمن مٿان قربان هر دم سچي دراز سان

## ڪلام نمبر 28

مدد منهنجي ڪر قلندر مرونديءَ
اچي رس مير مروندي قلندر ڪر مدد منهنجي
سنڌ ۾ سارو
لڳ هند سنڌ ۾ سارو
تنهنجي آه نور جو نعرو لڳ هند سنڌ ۾ سارو
ڪيو ڪو عشق اشارو سڏئي تي بادشاهه بندي
تونهين احمد جو پيارو وحدت جو وير وڻجارو
فقر جو فيض سر سارو علي لڳ آءُ عرض ٻنڌي
تنهنجي پيو پيش پينارو سڄ هي عرض تون سارو
سچا سيد تون سوپارو پالج ننگ نور تون ننگي
ورتم لڙه لام تو لارو ڀهر ٻا الله گنج بارو
ورائج وِير تون وارو چوي "مينگهو" مدح تنهنجي

## ڪلام نمبر 29

لايون نينهن ننڊون ڪري ڇو سمهين ساري رات
اٿي اسر ويل جو هيءَ بابو ٻولن بات
ڪهندا وجن ڪيچ ڏي اهي منڊ ڇڏيو مسلات
غازي گر ڪنات ڪي مليا سنيئي محلات
ترڪي تيرٿ تي هليا ڪهندا وجن قلات
ڪنين ڪنڊيل ڪيو نيون اٿن پورب وائي وات
سامين ڪئي آه سرير ۾ "مينگها" ملاقات

## ڪلام نمبر 30

جتي هٿ نہ پهچي پير اتي ايندو علي شير
عرش ڪرسيءِ ۾ حيدر هوڪو
ڳالهہ سٽو اوهي سمجهو لوڪو
تنهنجو ثاني ناهي ٻيو ڪو ڪفر ڪنبائي ڪير
هادي حيدر حق ٻولائي
تنهن سان تنهنجي تي هيڪڙائي
جان جسم ۾ وحدت وائي ڪري شريڪت ڪير
ڪن فيڪون جو قلم وهائي
لافتا جي وائي آئي
دمڪ دمي واري وائي ڪري شريڪت ڪير
مينگها مرشد موج جڳائي
هادي حيدر حق ٻولائي
جان جسم ۾ وحدت وائي ڪم سنواري ڪير

## بيت

ساقيءَ صراحيءَ مان جڏهن پلٽي پياريو
اچڻ سان عجيب جي ٻارڻ تنهن ٻاريو
هستي هورڻ هڪل سان اچي تنهن اڏاريو
ساروٽي هئي ساهہ ڪي تنهن اچي جڏو جياريو
لٿي ڪس قلب تان تنهن اندر اجاريو
ڪيو قول قريب جو پرينءَ سو پاڙيو
اچي سام سڏاريو مينگهو جوي مصطفيٰ

١

مينگهو چوي مصطفيٰ آه نوؤن اعليٰ نور
انا احمد بلا ميمي حضرت آه حضور
طالب تارين تار مان پرين پهرين پور
احمد عاصيئڙن جو ضامن آه ضرور
مرتضيٰ مولا علي قادر قرب قدير
مرتضيٰ مولا علي آه ور وسيلو وِير

2

هيڻن حامي هاشمي آه محب ڏٺي منظور
سڪ جنهن جي ساه کي پلپل انجا پور
حسن مير حسين جي وره کيو وهلور
هيڻن حامي هاشمي آه عرش زمين امير
ڏيندو ذوق ضرور مينگهي هن مسڪين کي

3

ڪاڪيون ڪوهيارن جي ڪاڪوڪ پئي وجي ڪن
اندر اوهيرا ڪري محب اتو مون من
طلبن جون تارون لڳيون لڳو راڳ رڳن
مينگها مولائن تڪيا ڪيا توحيد جا

٤

تڪيا ڪيا توحيد جا ساجهر سويري
من مرشد جي ڳالهڙي جا تحقيقان تاري
موتو قبلل انت موتو انهيءَ اشاري
جڏا جياري مينگها آيو مصطفيٰ

## مدح در شان
# سيد عبدالقادر جيلاني
## قدس سره الله تعاليٰ سره العزيز

مدح چوان ٿو محي الدين
آءُ وسيلا دنيا دين
ٻيو در ڇاڏان ڪنهن جو ڪين
جلوه تنهنجو عرش زمين
مدد ڪندين تون محي الدين

اعليٰ تنهنجو ٿيو اقبال قادر ڪيو آه قرب ڪمال
نادر نوري نور نهال مونکي تنهنجو خاص خيال
ماڙ ڪرين اچي هن مسڪين
مدد ڪندين تون محي الدين

حسن حسين جو تون اولاد خارج توڏانهن خام خيال
ڪوري ڪايو هاوي هاب ڪڏهن نه ٿيندو سو آزاد
غور ڪيو اچي هن غمگين
مدد ڪندين تون محي الدين

قطب قلندر تون اقطاب چوڏهين طبقين تنهنجو تاب
ٻيڙا تاريئي شاه شتاب سر اوليائن تون سرتاج
توکي قادر ڏني ڪمي نه
مدد ڪندين تون محي الدين

سيد سائل سڻ سوال هن زماني ههڙو حال
جانب لاهيو جيءُ جنجال مدعي ماريو چور چنڊال
نور نبي جا مرد مبين
مدد ڪندين تو محي الدين

نـور نبـي جـو تـون نـروار حـسن حـسين جـو تـو ئـي پيـار
سـاقي كـوثر تـون سـردار دوازده داور چـارئي يـار
جلوه تنهنجو روءِ زمين
مدد ڪندين تون محي الدين

زيـن العابـد بـاقر ويـر جعفـر صـادق سـاه سـذير
موسـيٰ كـاظم مـاه منيـر علـي رضـا آه واهـر ويـر
داور آهن دنيا دين
مدد ڪندين تون محي الدين

علـي تقـي جـو حـق حـضور در نقـيءَ جـو آه نـور
عـسكر مهـدي كـي منظـور پيـارو پـرور جـو مـشهور
جانب ڏي ديدار جبين
مدد ڪندين تون محي الدين

طلـب توهـانجي آه تمـام پـرين پيـارج كـوثر جـام
سـائل سـيد تـو در سـام واهـر كـر تـون ويـر وريـام
بهر و بخش دنيا ۽ دين
مدد ڪندين تون محي الدين

هـر دم هـادي ثـي همـراه پيـر منگـان تـو پـشت پنـاه
تـوريءَ وارث كـانهي واه احمـد لـگ سـڻ عـاجز آه
صورت ثاني حسن حسين
مدد ڪندين تون محي الدين

حيـدر هـادي حـرب هوشـيار قـادر كيـو آه قـرب قـرار
صـاحب دلـدل شـاه سـوار طلـب توهـانجي آه تقـرار
مدعي ماريو هن مسڪين
مدد ڪندين تون محي الدين

سيد تـون سـپ سپهه سـالار كـل پيـرن جـو تـون پڳـدار
حيـدر هـادي قـرب قـرار نـور الهـاء جـو تـون نـروار

ساقي ڪوثر آهين قسيم
مدد ڪندين تون محي الدين

شـاهي تنهنجـو آهـي شـان نـادر نـوري نـور نيـشان
عـرش زمـين تـي تـوءِ مڪـان تنهنجـي ڪئـي تعريـف قـرآن
قادر قدرت ساڻ ڪريم
مدد ڪندين تون محي الدين

سـيد تنهنجـي سـام سڏايان آءُ اصـل ڪـان تنهنجـو آهيـان
ڳـڻ لکـين آءُ تنهنجـا ڳايـان پانـد ڳچـيءَ سـر پيـرين نائيـان
داور تي منجهه دنيا دين
مدد ڪندين تون محي الدين

ڏوهـن ڪيـا هـن ڏاڍا ڏار ڪـڇ ڪمـايم سـڀ چمـار
اچ وسـيلا ڏي آذار سـيـد لهجـانءِ منهنجـي سـار
اگـڻ اچين مون ڪيان آمين
مدد ڪندين تون محي الدين

عـزم اعلـيٰ ڪـر مـون اولاد، ديـن دنيـا ۾ ڪـر آبـاد
علـم ادب جـو ٿئـي امـداد شـوق خـدائي شـئي شـاد
طالب تنهنجو ڪر تلقين
مدد ڪندين تون محي الدين

قبـر محـشر اڳ رسـو هيـٺن ڪـي هـٿ هـوت ڏيـو
ڪـڍ گمراهـي ڏيـل ڏچـو تـوريءَ مـون ڪـي نـاه تڪيـو
ساريان تو کي ساڻ يقين
مدد ڪندين تون محي الدين

تـو در سـيد سـائل آيـو مـشڪل انجـو معـاف ڪرايـو
رب سـچي جـو تـو سـر سـايو پيـر پيـشاني پـاڪ پـسايو
بخش بديون اچي هن مسڪين
مدد ڪندين تون محي الدين

قول ڪريمي تنهنجو آهي جيڪو تنهنجو سڳ سڏائي
مير مريدن تي اڄ ڪاهي ڇڏيو حساب حشر جا لاهي
سيد صاحب عرش زمين
مدد ڪندين تون محي الدين

مينگهو مداحي تنهنجو آهي درد منجهارون دانهن سڻائي
واهر وسيلا تنهنجي آهي قادر لڳ اڄ ڪامل ڪاهي
عشق امانت ڏي آمين
مدد ڪندين تون محي الدين

سيد ويلي منجهه سڪرات طلب تو هانجي هجي تات
ڪلمون قلبي وائي وات باري ڏني تو برڪات
هر دو جهان حمايت دين
مدد ڪندين تون محي الدين

## سي حرفي مناجات

الــف: احمــد مــصطفيٰ كــر مــاڙ منهنجــي مجتبــيٰ
تــون ولهــين واهــر وســيلو ســوال ســڻ يــا ســيدا
ســپ كمــايم كــوڙ كوجهــا مــاڙ كــر يــا مرتــضيٰ
تــون اســد الله جــو والــي ولايــت و الــضحيٰ

يا رسول الله منهنجي ماڙ كر
يا نبي الله منهنجو غور كر

ب: بــدعتي آهيــان ڀنگــي شــرابي بــي بيــان
تــون اجهــو عاصــين ســندو حــامي همــت هــر دو جهــان
اچ وســيلا عــاربي آءُ ڳالهــ ڀــي كيهــي كيــان
درس رك داريــن ۾ پــر دو شــرم منهنجــو عيــان

يا رسول الله منهنجي ماڙ كر
يا نبي الله منهنجو غور كر

ت: تمــامي طلــب تنهنجــي آ نبــي نور الهــديٰ
ڏي براتــان بــره جــون همــراه تــي هــر دو ســريٰ
تــون چــڙهين معــراج تــي مــولا كئــي تــو مرحبــا
جــي لڳــا تــو در دامــن ســي ســيئي آجــا ٿيــا

يا رسول الله منهنجي ماڙ كر
يا نبي الله منهنجو غور كر

ث: ســچا ســالار ســرور آه ســڻ يــا احمــدا
قــرب تنهنجــو ثيــو قــرارو مــولا كيــا مرتبــا
ســپ تنهنجــا ســيد ســلامي اي پلــين جــا پروســا
نــوح ابــراهيم آدم ســپ تنهنجــي لاري لڳــا

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر

يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ج: جڳ ۾ جان جيئان تنهنجي ثناء ڪيان سيدا

تنهنجي ڇا تعريف ڪيان قادر ٿي قرآن ادا

مرسل مڙئي محتاج تو عزير عيسىٰ احمدا

دامن لڳيءَ جو داد ڪر تو در سوالي سيدا

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر

يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ح: آهين حب للمتين ۽ دين تنهنجو داد ڳُر

عزوة الوثقيٰ وڌم منجهه دست دامن غور ڪر

عرض آ اولاد جو صالح ٿين سڀ سر بسر

تون ڇڏائيندين ڇين ڪان بيشڪ ڀلا تون ڀرم ڪر

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر

يا نبي الله منهنجو غور ڪر

خ: خدا لڳ جز توريءَ تڪيو ناه تر

ڪيو اشارو آسمان انگشت را شق القمر

جيئن جابر جا جياريو پلڪ ۾ پيارا پسر

سيدا سلمان جي واهر ڪيءَ تو وير ور

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر

يا نبي الله منهنجو غور ڪر

د: دنيا جو دهر ظاهر زمانه آهي زبون

ٿيو گذارڻ گهوٽ تنهن ۾ عاصين آهين امين

ڪو ڪنهين جو ڪين ٿئي تاريو جيئن طالب تميم

آجو ڪيو اصحاب سو ۽ مرتبه محفل نشين

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر

يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ذ: ذاتي ذڪر جو هر دم ڪرين حاصل حضور
قلب منهنجي ڪرم ڪر صافي ڪرين سيد سرور
سيقل هٽي تون صاف ڪر ظلمات ٿئي ضايع ضرور
نفس ۽ شيطان ڪنان پردو رکج تون پاڪ نور

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ر: رباني راه جو امداد ڪر قرب ڪثير
دين جو داڙو دلاور آهين ناميون بي نظير
ڏي براتان بره جون ۽ شوق ڏي شبر و شبير
دوا زده دلگير جي واهر ڪندا واحد وزير

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ز: ظهورو ذوق تنهنجو آه راحت روح کي
سيدا سڪرات جي تون نج الم اندوه کي
سون ڪر سيد سچا پارس لڳي جيئن لوه کي
ڪلمون پڙهان مان قلب سان طالب مٿي هي توه تڳي

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

س: سائل ڪي ڪرين بيشڪ پلا پرپور تون
نور نافع نام تو هر دم آهي حضور مون
سوال سائل جي صدا مولا ڪرين منظور تون
ڪر حمايت هاشمي منجهه معرفت مخمور تون

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ش: شريعت شاه تنهنجي ۽ حقيقت معرفت
مرسل مڙئي محتاج تو سيدا جاري ساري هت
همراه ٿي هر ڳالهه ۾ هادي ڪرين مون سان همت
تون وصي بي وارثن جو منهنجي ڪرين مرسل مدد
يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ص: ثابت سلطنت داور ڪئي تو دين جي
بت ڀڃي پورا ڪرين اسلام ڪيو امين جي
امتي آنهون ڪري طالب گهري تلقين جي
ارشاد ڪر اچي عشق جو ۽ ماڙ ڪر مسڪين جي
يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ض: ضلالت ڏور ڪر ۽ ڪڍ ڇڪئي ڪي چاه مون
سيدا ساقي ٿي هر دم ۽ رهين همراه مون
هر دم حمايت هاشمي اچي لڳ ڪرين الله مون
دم دم تنهنجو ديدار ٿئي پڻ آسرو تنهنجو اٿئون
يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ط: توڪل رب جي همراهه هج هر گاهه مون
اهنج سڀ آسان ڪر تون مرشدا هر ماه مون
شرڪ ۽ شيطان ڪان واهر ڪرين ور واه مون
حل ڪرين مشڪل مڙئي هادي ٿئين همراهه مون
يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ظ: ڪيان زاري زبانئون ھڏ مڻا مختيار جي
عمر سڀ افراد ويئي سيد ڏئين ساڏار جي
پلڪ ۾ تو ڪي پسان دلبر ڏسان ديدار جي
بخش ڪر بدڪار ڪي احمد ڏئي آڏار جي

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ع: احمد آسرو تنهنجو ڪيم تڪرار جي
معاف ڪر مسڪين تان بيشڪ بدين جا بار جي
تون ڇڏائيندين ڇين ڪان ڏي علي آڏار جي
دست دامن ۾ وڌم سيد سچا سردار جي

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

غ: غازي غضنفر همراه ٿي هر ڳالهه ۾
تو ڏٺيا دين داور حضرتا هر حال ۾
قادر ڪيو تو سان ڪرم ڏس انما القاب ۾
صاحب ياسين وطٰہٰ قادر چيو قرآن ۾

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ف: فڪر فعلن سندي ۾ ڏيل منجهه تو ڏڪي
در دستاري شفا تو ڪي ملي احمد اڳي
دانهينءَ سندو ڪو داد ڪر طالب پيو تنهنجي تڏي
بخش ڪر بدڪار ڪي سائل بيٺو تو ڪي سڏي

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ق: قادر قرب کيو توسان قريشي قربدار
دامن تنهنجي دلبر لڳا آهن مير مرسل لک هزار
عاجز متي امداد کر ڏوهن کيا آهن ڏاڍا ڏار
مون سان مهرباني کرين سيد اچي هي سگ سنيار

يا رسول الله منهنجي ماڻ کر
يا نبي الله منهنجو غور کر

ڪ: ڏس قادر چيو قرآن ۾ آه هل اتيٰ تنهنجي شان ۾
ماڻهو ملڪ جن و پريون فائق سندءِ فرمان ۾
غور کر غمخوار تون آقا رکج ايمان ۾
آسرو تنهنجو آهي عربي تون رکج امان ۾

يا رسول الله منهنجي ماڻ کر
يا نبي الله منهنجو غور کر

ل: لائق لڙهه لڳس آهيان ابوجهو آرسي
دست تو دامن وڌم درڪار تنهنجي وارثي
کر مدد تون مصطفيٰ آيس اجهو تنهنجو ڏسي
مهت کر مونسان ملڻ جو يا رسول الله رسي

يا رسول الله منهنجي ماڻ کر
يا نبي الله منهنجو غور کر

م: ماذاغ البصر قادر چيو قرآن ۾
هل اتيٰ طٰهٰ مزمل شرف تنهنجي شان ۾
لک ارادا لک اميدون سيدا سلطان ۾
تون پلا کر پال پنهنجو رک سدا پرمان ۾

يا رسول الله منهنجي ماڻ کر
يا نبي الله منهنجو غور کر

ن: نوري نام تو ظاهر ذڪر زبان ۾
فيض فلڪن تي وڏو ظاهر زمين آسمان ۾
مرده ملايو ماءُ سين ماريا هيا ميدان ۾
مئا موٽن ڪين ڪي هي شرف تنهنجي شان ۾

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

و: وارث تون وسيلو ناهه ڪو توريءَ تڪيو
تون ڇپر ڇورن ڇنن جو آهين عاصين جو اجهو
ڪر حمايت هاشمي رهبر اچي رڄ ۾ رسو
غور ڪر غمگين جو هادي اچي مون هٿ ڏيو

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

هه: حمايت هاشمي ڪر قبر محشر منجهه منير
لعل لنؤ لنؤ ۾ لطف رهبر ڪجاءِ روشن ضمير
قلب ۾ ذاتي ذڪر هوءِ بره تنهنجو بي نظير
معرفت مون تي عطا ڪر ڏي سچا سيد سڌير

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

ي: يقينو يار مون تو ڏي آهي ثابت سچو
دست دامن ۾ وڌم سيد ڏسي تنهنجو سهو
والتين ۽ زيتون ۾ قادر تنهنجو آهه قسم ڪنيو
ڪلمون پڙهان مون قلب سان رهبر ڪري روشن ڏيو

يا رسول الله منهنجي ماڙ ڪر
يا نبي الله منهنجو غور ڪر

مينگهو مداحي مصطفيٰ تو در سوالي سرورا
عرض سڻ الله لڳ تون يا نبي خير الوريٰ
ماڙ كر مسكين جي همراهه تي هر دو سريٰ
كلمو پڙهائين قلب سان سكرات ويلي سيدا

يا رسول الله منهنجي ماڙ كر
يا نبي الله منهنجو غور كر

لا الله الا الله محمد رسول الله
صلي الله عليه و آله وسلم

# ڪلام

## مراد علي فقير

دنيا ۾ هڪڙو رهي ذاتي ذڪر ۾
وفادار ڪنهن سان فاني تي فڪر ۾

هتي ڪين هرگز هوندين تون هميشه
جالڻ تي جبل ۾ ڏوريان تو ڏونگر ۾

هي فرمايو فذڪر رڪ طلب تن ۾
جوڙي ويهه جاڳاٽو جانب لئه جگر ۾

ويهي ڪين وحدت وسارج وندر ۾
آتي صُحُد سؤدو سُودو تيءُ سفر ۾

مراد علي ڳولج مايا تي نه موهج
جيرو رهه جانيءَ سان بقا جي بحر ۾

## مناجات

## فقير صاحب مرحوم ميان مراد علي فقير عليه الرحمة

ڪير گناهہ سنجهہ صباح بديون يار بخشايان
آهيان ڏُڏ سُٽي سڏا اچو نيڻ وڇايان
ڪيس نفس گهٽو نحس گهران بخش پلايان
سٽي سوال ڪيو پال هيٺن هوت حمايتان
پڌو سڌ گولي، گڏ ڏيو بره براتان

ويئي عمر سر بسر گناهن گڏيا سي
سوا توه ناهين واه پرين پيش پياسي
ڪير ڏوهہ گهٽا ٻوهہ چوڻ چور چلياسي
اچي بچاء ڪري واه لگ الله سهٽا سام پياسي
سچا سردار ڏي آڌار ڳچيء پاند ڪياسي

ڏيو ثمر منجهہ قبر واهر وير وسيلا
تر ميزان ڏينهن قيام اچو يار البيلا
پائي پوشاڪ آئين لولاڪ منجهان ڳجهہ ڳجهيلا
منجهان احد تئين عبد هئين اصل اڪيلا
ڏيو حال منجهان خيال تئي پرت پئيلا

ڏيو مدد منجهہ عزت تئي عمر سجائي
ڪيان تات سچي رات نہ ڪيان مات متائي
قالوء قول پڌم پول ڪيان وعده وفائي
هجي سرت سچي پرت سچڻ سوڌ سچائي
ڪيان حال ڏيو خيال اتم طلب تنوارا

ساعت سال آهي محال پرتئون روز پچارا
جيئڻ جنجال بن وصال آهن عشق اشارا
پائئيان بنبال هي رہال جدا محب مٺيارا

منجھہ رحم ڪريو ڪرم پرين پاڪ پيارا
وڃن قرض لھن مرض ڪؤنتل عشق ڪڏايان
هجي راز بره باز چشمون چوٽ چلايان
تنھنجو خيال هجي بحال نوبت نينھن وڄايان
پرين پاڪ تو اشتياق وھم غير وڃايان
ساڻ ديدار ڏي آڌار ديدان درس اڙايان
مراد علي پرين ملي اچي ڪندو پلي مون
پڙھان ڪلمو سچو دل مون روحي رمز رلي مون
منجھان صفات ٿئي اثبات وجد وير چڙھي مون
محڪم موج ڪري اوج ذاتي ذڪر جلي مون
گھران فڪر ساڻ اثر تن من تو نھين چوي مون

## ڪلام نمبر I

اللھہ ڪون دم انھين وچ جاڻ
الف جيوين وچ بسم الله

صورت مرشد معنيٰ ويکين سري سر ۾ هو الله
لا الہ وچ گم جو ٿيوين اثبات ڪرين وي الا الله
سبحاني ما اعظم شاني آپي ڪيتس اي الاءِ
عدم ڪنون جو آيا آپي ڪون پڇاڻي هيءَ پساھ
مراد علي هئي معنيٰ موهيا صورت سڀ ۾ صلي الله

## ڪلام نمبر 2

جڏهن عشق ڪيو ارشاد سچڻ مون آه صحي سڃاتو
سميع بصير ٻڌو هيءَ ٻولي نينهن وڃايو ناد
عليم ڪليم ٻ آهي اهو ٿي سمجهي ٿي تون شاد
پاڻ وڃائي ٿيءُ تون پڌرو اندر ڪري آباد
خوديءَ جا خيال وڃائي ڇڏ تون وٽ عشق سندو امداد
مراد عليءَ نينهن نوازيئي ڇڏ خوشيون ۽ خواب

## ڪلام مراد علي فقير

سرتيون اوهين طعنا نه ڏيو
آهي عشق مون آريءَ ڄام جو

جاڪون جيئان پئي جهان ۾ پنهل ڳوليندس پاڻ ۾
فرمودو آ فرقان ۾ انسان ۾ انعام آ.

برهه جي بيمار جي دوا ناهي درڪار ميان
ميلاپ ۾ خوش يار تون خاصي خبر ڏي عام ۾

مراد عليءَ تون ماٺ ڪر پنهنجي سيني کي صاف ڪر
اڇي عاشقن انصاف ڪر ساڳي سڃاڻج مام ۾

## بيت (ناياب)

لڪان حال حبيب ڏي لڙڪ لڪڻ نه ڏين
اندر اوهيرا ٿين چمڪ لڳي منجهه جين
پورب ڏنهن پيدا ٿيو سارنگ رنگ رنگين
مراد عليءَ معلوم اٿن اوريان حال ته ڪين
لائق لڙهه لڳين سان حاضر آهر حال ۾

## ڪلام نمبر 3

نـاتو نيـنهن لڳـو دل جـائي آهـي وات پنهـل جـي وائـي
برهــ بيرنــگ رنــگ ۾ آيــو ســمجهڻ تـي سـڌ سـائي
جــوش انــدر جــولان مچايــا برهــ اچـي ٽيــو پـائي
ســيئي ســور ســيني ۾ آيــا ســڄڻ ســڪ سـمائي
مــراد علــي محــب ملــڻ جــي ڪــر وحــدت واري وائــي

## ميان قائم دين فقير عليه الرحمته

مرشــد مــسند تنهنجــي قــائم قيامــت تــائين
دوســت درازي دلبــر حــامي هــادي حيــدر
پنجــتن تنهنجــي پــاڪر ســيد توســان ســاڻي
نظــر محمــد مرســل ســاڻي صــاحب دلــدل
معــاف ڪـري سـڀ مـشڪل عـرض قبـول ڪيـائين
پيــر پــري اڄ پــاٺهي اڱــڻ اســان جــي هــاڻي
جــاني جــواني مــاڻي حاضــر نــاظر ڇــاڻي
قــائم تنهنجــي ڪلنگــي رمــز رلايــو رنگــي
ننــگ پــالج هــي ننگــي تاهــ بــره جــو تــاهين

## کلام روپ برور

واہ واہ نینگر تیڈي یاري تیڈي یار آہ برہ بھاري
ملي یار تیوي غمخواري مئین صدق صدق پلھاري

١ کاکي داڻي جو عذر ڏتوئي
وچون بھشتان دي آپ تڙیوئي

پر جام جلال پیتوهئي بات برہ دي باري

٢ جیوین نال ھلاج ھلایئي
شاہ شمس دي کلڙي کلایئي

سر صوفي دا نیزي چڑھایئي کیتي شاہ حسین سواري

٣ ڊولیا ٹُرسي مئین ٹُرڻ نہ ڏیسان
گھن گھوڙي دي واڳ جھلیسان

ٻانھان ٻڌکي مین عرض کریسان تیڈا زور غریبان دي زاري

٤ سرخي سینڌ لبان سر لالي
تیڈي نیڻان دي رمز نرالي

کڍي آون خنجر خالي ڏیندي ابرو سیف الاري

٥ متي ٻھڳڻ تیڈي آہ ٻولي
جند جان کران مئین گھولي

تیڈي گولیان دي مئین گولي پاوان پاند ڳچيءِ ڳل ڳاري

٦ کرُ قائم سر قرباني
جند جان صدق مھماني

ملیا شاہ درازي جاني آیا دوست ڏتي دلداري

## ڪافي روپ بروہ

اتي عشق عجب اسرار ڇڏي ڏي حرص هوائي
تارڪ تي توحيد ۾ هڻ نعرو نينهن نسنگ
هي جوان ڪٿي هل جنگ اتي پوءِ صلح صفائي
سوليءَ تي منصور ڪي عشق ڪيو اظهار
هٿي نينهن نعرو نروار اچي جنهن رمز لائي
دوست بنان دارين ۾ اتي پيو سڀ ڪوڙ قصور
هڪ محب رکين منظور وجي تي هيءَ عمر اجائي
قائم قول ڪريم ڪيو آهي سخن سچي سردار
ويهي ڪين وسار پلي ڪئي آهه پال پلائي

## ڪلام

پنهنجو پاڻ سڃاڻ وڃي تي هيءَ ويل وهاڻي
ملڪن تي سجده ڪيا تو ڪي سهس سلام
اها مرد پروڙج مام آهين تون عين آرياڻي
ونحن اقرب ويجهڙو اهو عشق ڏنو اهڃاڻ
سئي پنهل آهين پاڻ سمجهه هيءَ ڳالهه سياڻي
وفي انفسڪم سمجهه اشارو تو ۾ حج حضور
آهين نورن اعليٰ نور سڄڻ جي پاڻ سڃاڻي
قائم ڪيف ڪلال جو ٿيو آهه نيهن نشو نروار
تو تہ سمجهه سخن سچ يار ڪيئي جا قالوءَ ڪهاڻي

ڏني پنهل پانهن سيراندي
ڪندو پاڻهي پوري پانڌي

ڪالهہ قالوءَ جا قول ڪياٿي ڀڳڻ سان جي ٻول ٻڌاٿي
جانب تو ڪان ڪين جدا ٿي منڌ متان ٿئين ماندي

ونحن اقرب عشق الايو پينر پولو ٻيو ناپايو
عشق الله ريءَ پنڌ اجايو آهي پرين جو هي پانڌي

دم دم پنهنجو دوست سنڀارج ور وڇوڙو ڪين وسارج
ڏوري ڏوري ڏونگر ڏارج اڇي هوت ڪندءِ هيڪاندي

شاهہ درازي فقر فياضي بي رنگ بره بنائي بازي
غور ڪندو اڇي غوثل غازي وره ڪان ناهيان واندي

ڪانڌ تنهنجي ڪي آهي ڪلنگي نوري ناميون آهي ننگي
وڳا ڏيندم رانول رنگي چوندي چوندي چاندي

لاتقنطو ترهو قائم انفسڪم اشارو آيم
مولا ڏس محبوب ملايم هت اَمُر ارادي آندي

## ڪلام

ڪري حملو حسن آيو نسنگ نروار وه وه وه
خنجر پيڪان جئين پنبليون چشم چيڪار چهه چهه چهه
ڪمان قوس قدح ابرو يا شمشير ايراني
چڙهي آه فوج دوراني دلين دهڪار ده ده ده
لکين لقمان افلاطون حيرت ۾ ٿيا حيران
ڪيئي داناءِ ديوانه حسن بازار ٿهه ٿهه ٿهه
ڪاڪل ڪلنگي زلف زنگي هٽي جي ڀاڻ دل ڀنگي
ڦري جنسار سڀ جنگي تفنگ تلوار ٺهه ٺهه ٺهه
ڪري جلوه آيو جاني ڪرڻ مشتاق قرباني
عجب لب لعل مرجاني شڪر گفتار شهه شهه شهه
ڪروڙين سر هجن قائم ڪيان سڀ يار تان صدقي
ڪوڙين قدمن تان قرباني ڏيان ڏهه وار ڏهه ڏهه ڏهه

### روپ سارنگ

دم دم ڏس ديدار تو ۾ سر آه سارو
وهو معڪم تنهنجو تو ۾ عاشق ڪر اعتبار
سر سوليءَ تي ڏي سينگاري اناالحق اظهار
قائم دائم آهي دلبر وتي نه ڇانڊج وار

## ڪافي جوڳ

ڏي خبر خاطي ادا پانڌي پرين جي پار جي
تو سان جڏهن ياري رکيم سر خلق جي خواري ڪنيم
ماٺهن ملامت ڏک ڏنم هيءَ جاءِ ناهي تڪرار جي
توريءَ نتي جيئي مري ڳٽتي ڳاراٽي ۾ ڳري
وهلو اچج واهر ڪري آءُ مل متا منتار جي
دل درد جون دانهون سٽي وهلو ايندا واڳون ڪٽي
هي هوت ويا هينئڙي هٽي آهيان پٽي پيزار جي
قائم سري قربان ڪيان ڏه سر هجن تان پي ڏيان
هڪ پرت پيالو ڏي پيئان حق حيدر ڪرار جي

## ڪافي مانجھ

طرف نوشاہ آيا ني صورت وچ وڪيل سڪندر
سير ڪرڻ سلطان سڪندر
جبل جلايس طور تجليٰ ڪٿ معراج ماٽيندا ني
ميم دا چولا پاياني رمز ربي پوشاڪ پيغمبر
يوسف يار زليخا بر دا پوش ڪيتس انساني پردا
بازر وچ وڪاياني فلڪ ملڪ ملوڪ منور
پيس اتاج اتانهين ڪيها ڇوڙيس تخت هزاري جيها
چاڪ چريندا ڪٿيان ني محبت جهنگ سيالين ميهر
شاهي ڇوڙ سپاهي بنڪي اپنا آپ ويڪايس آڪي
وهم وجود وڃاياني ٿي دربان ڪڙو تا قنبر
هادي حيُ قيومي قائم ساقي سبق نہ يار پلايم
جيئن اناالحق الاياني ذوق ظهورا ذاتي ظاهر

## روپ جهنگلہ

حسن لعلي لبن دلبر ڏسي مرجان ٿيو حيران
اکين نرگس کيو ماندو مرگهہ مستان ٿيو حيران
زلف زنگي چوان جنگي چڙهن فوجان حبش هندي
سڪندر هي ڏسي ظلمات سر گردان ٿيو حيران
ڪمان قوس و قدح ابرو يا شمشير ايراني
نريمان نرم ڪيو پنبلين پسي پيڪان ٿيو حيران
هلڻ قامت سرو سهڻا شڪر گفتار من موهڻا
سڄڻ ٻولي ٻڌي دائود خوش الحان ٿيو حيران
حسن حشمت سڄڻ قائم ڪلاهہ ڪج تاج شاهي ڪي
ڏسي جمشيد ڪيا خسرو خجل خاڪان ٿيو حيران

## ڪلام

رخ تنهنجي روشن ڪيو جلوه ڪلام الله جو
وصف ياسين والضحيٰ آهي شان شافع شاه جو
زلف يا وليل يا ظلمات يا سنبل چوان
ابرو قوسين او ادنا منهن منور ماه جو
چشم مازاغ البصر الف قديا سرو قام
ڪيو ظهورو تو اچي خالص خليل الله جو
گفت موسيٰ رب ارني لن تراني شد جواب
ٿيو ڏسو معراج مرسل روبرو الله جو
ناهي طاقت توکي قائم هن ثنا تعريف جي
احد احمد هڪ ڏسو آهي قسم الله جو

## غزل اردو "نایاب"

کیا کروں تعریف تیری بے نظیری اے صنم
لولاک لما خلقتہ الافلاک تیری اے صنم

جو خدا کا کارخانہ ہے ثنا مختیار توں
حاصل نہ کسے انبیاء ایسی امیری اے صنم

دو جہاں کی سروری تجھ کو خدا امداد کی
ذات تیری نور اعلیٰ پاک پیرے اے صنم

اعمال کیا دن رین میں تجھ کو سوالی سیدا
کر خدا کے واسطے "قائم" فقیری اے صنم

شاه مردان شير يزدان قوت پروردگار
لافتيٰ الا علي لا سيف الا ذوالفقار

چؤ ثنا تعريف رب جي آهي جو صاحب ستار
جنهن کيو پيدا محمد مصطفيٰ مختيار ڪار
ڪئي ثنا جبرائيل حيدر مرتضيٰ جي بار بار

شاه مردان شير يزدان قوت پروردگار

شاه مردان نام جنهنجو نازنين حيدر ڪرار
جنهنجو حزب الله بابو بنده پرور بيشمار
منجهه بهشتن تو ڪري رضوان گويا هيءَ پچار

شاه مردان شير يزدان قوت پروردگار

آل احمد تي چئي صلوات رب پروردگار
ڪئي ثنا قرآن ۾ ياسين طٰهٰ ۽ تبار
تا زمين آسمان ڪن هر دم هيمشه هي پڪار

شاه مردان شير يزدان قوت پروردگار

تون علي گوهر يگانو در مَڪنون آبدار
خاص خوش خوشبوءِ عالم ۾ ڪلي مشڪ تنار
تا چون چيني فرنگي عرب عجمي آشڪار

شاه مردان شير يزدان قوت پروردگار

قيصر و جمشيد خاقان تنهنجي در تي خاڪسار
تنهنجي درشن لاءِ هزارين ٿا سڪن عالم آڌار
ٿا پڙهن صلوات دم دم سيدا عالم هزار

شاهه مردان شير يزدان قوت پروردگار

تنهنجي حشمت ڏهڪ ڏني ڪان خارجي خنزير خوار
دائما ترسان لرزان سوندو رونا بڪار
جڏهين ٻڌائين گفتار عالم ٿا ڪرن ارڙهن هزار

شاهه مردان شير يزدان قوت پروردگار

سيدا ثقلين ۾ آهه تنهنجو نعرو نامدار
منجهه ٻنهي جانب جهانن مدد صاحب ذوالفقار
ٿا ڪهن ماڻهو ملڪ جن ديو سارو سنسار

شاهه مردان شير يزدان قوت پروردگار

منجهه سخاوت ۽ شجاعت آهين شاطر شهسوار
لک صبر لاکا ۽ حاتم ٿا پنن تو پائدار
ٿا پڙهن هي ورد سڀ عابد ثوابي گنهگار

شاهه مردان شير يزدان قوت پروردگار

تون اهو ساڳيو علي المرتضىٰ حيدر قرار
الولد سرالابي آهه قول احمد جو قرار
تو تي راضي آهه رسول الله پنجتن چار يار

شـــاه مـــردان شـــير يـــزدان قـــوت پروردگـــار

مـــن چگـــويم ايـــن ثنـــائي حمـــد چـــون كـــرده جبـــار
گفـــت چـــون صـــلو عليهـــــ و آلـــه پروردگـــار
هـــر وظـــائف بـــر زبـــانم نـــام تـــو اي نامـــدار

شـــاه مـــردان شـــير يـــزدان قـــوت پروردگـــار

مـــن ســـگ دروازه تـــو قـــائم غـــلام داغـــدار
كـــن عطـــا امـــداد خلعـــت ديـــن دنيـــا پائـــدار
تـــا كنم شـــكران هـــر هـــر جـــائي هـــر دم بيـــشمار

شـــاه مـــردان شـــير يـــزدان قـــوت پروردگـــار

ديـــن ايمـــان تـــو گهـــران هـــادي هـــدايت مـــون ڏيـــار
غيـــر خطـــرن كـــان چـــڏائي كـــر اچـــي آزاد يـــار
ٿئـــي منهنجـــي ســـكرات ســـهنجي ختـــم كلمـــي جـــي قـــرار

شـــاه مـــردان شـــير يـــزدان قـــوت پروردگـــار

ساراه كيان ستار جي تعريف رب جبار جي
قادر ڏٺي كلتار جي صانع سمٰوات و زمين
خلقيو جنهين خير البشر والي امر شافع حشر
معراج تنهنجو ٿيو حشر بالا صدر عرش برين
قرآن ۾ قادر ثنا واليل ياسين و اضحيٰ گفتہ است رب العالمين
عاصين سندو آهي اجهو واهر وسيلو ولهن جو
توڙون گنهگارن تكيو شافع شفيع المذنبين
سيد سچي جا سر بسر آهن معجزه مشهور تر
انگشت آن شق القمر سالار سيد المرسلين
اصحاب تنهنجا سڀ سچا چارئي ڏرا درگاهہ جا
پيارا رسول الله جا آهن خاص خلفائي راشدين
صديق صاحب يار هو سنگتي سو منجهہ غار هو
داور نبي دلدار هو چون جلوه مه روشن جبين
عادل عمر هو بي ريا عثمان غني كان حيا
مولا علي مشكل كشا آهي امير المؤمنين
پس پاك پيارا پنجتن لولاك ۾ ڏس شان تن
عرشان لٿي چادر متن سردار صاحب اجمعين
آه وصي مصطفيٰ يعني علي المرتضيٰ
زوجہ بتول پارسا اهل اتيٰ شانس بين
حضرت حسن مه مجتبيٰ شبير شهداءِ كربلا
در روز محشر زو شفا آن رحمت اللعالمين
غمگين غم كيو مبتلا شاكر شكر صابر بلا
يعني امام الاتقيا شاه زين العابدين
باقر امام متقي جعفر جلي كاظم ولي
موسيٰ رضا مثل علي آن سيدي سالار دين
محمد تقي نوري نقي مهدي و عسكر مبتدي

مخـــزن علـــوم ســـرمدي هـــادي هـــدالمتقين
چاچـــا محمـــد مـــصطفيٰ عبـــاس حمـــزه بـــا وفـــا
ســـرور متـــان هـــا ســـر فـــدا رحمـــت بـــر ايـــشان راحمـــين
فـــاني عمـــر جـــو فكـــر كـــر ذاتـــي خـــدا جـــو ذكـــر كـــر
شـــب و روز رب جـــو شـــكر كـــر دنيـــا و مـــا فيهـــا د ريـــن
هـــي جـــگ چـــڏي ٿينـــدين جـــدا وينـــدي كنـــدو نـــاهين الـــوداع
سنـــسار ســـارو تـــي فنـــا خوانـــده ســـبق علـــم اليقـــين
قـــائم متـــي كـــو كـــرم كـــر راحـــم ثنـــا گـــو رحـــم كـــر
منهنجـــا گناهـــه ســـپ بخـــش كـــر هـــستي غفـــور الـــراحمين

بارك الله تعاليٰ لنا ولكم وتقبل الله لنا ولكم
ولسائر المسلمين اجمعين انه تعاليٰ
جواد كريم ملك بره رب الرؤف الرحيم

کرسي آية کي انتها اعظم علي اعظم علي
درج عرش کبريا اعظم علي اعظم علي

صديق هي صدق و وصف يارِ محمد با وفا
صابر اوپر درد و جفا اعظم علي اعظم علي

فاروق کفر و دين کا عادل امير بي ريا
ور دست آن حمد لَوا اعظم علي اعظم علي

عثمان تو نگر هي سخي جسکو جو کهتي هين غني
بحرِ کرم کانِ حيا اعظم علي اعظم علي

تعريف موليٰ کرتي هون کهتي هين مجهکو رافضي
ملک و فلک مين يه صدا اعظم علي اعظم علي

شافع محشر مصطفيٰ ساقيءِ کوثر مرتضيٰ
قائم نه شد غمگين چرا اعظم علي اعظم علي

# اصحابي ڪربلا

## قائم فقير

دوست دل جا گهريا اصحاب ڪربلا
پهرين محرم ماه جي آيا در گاهه جا دادلا
ڪربلا جي پٽ ۾ سورن ڪڍيا آهن سلا
تاريخ ٻئين طريلن ڪي معلوم ٿيا معاملا
ميدان ۾ منهن ڪارا آيا ويڙهه لاءِ ولها
تاريخ ٽئين تهدل آيا چور چلولا
آيا يزيدي اوچتو ظاهر ٿيا زلزلا
تاريخ چوٿين چنچل پوتار پڻ پلا
رحمت رباني رسيا ضعيفن ڪري ضلا
تاريخ پنجين بانو باڪا چڙي بلا
حرمن سندا هنگام ٿيا غوغاءَ غلغلا
ڇهين دنيا جا ڇڏي اسباب ٿيا نلا
پيو اونده اندوڪار جڳ ۾ جوش هر جلا
ستين سهٽا ساقي ڪوثر جا ڪاملا
جنت نصيب چاٽي هليا مير مڪملا
اٺين امام علوي آيا اڪيلا
نائين نبيءَ جا پيارا هئا ٿيا هيڪلا
هيءَ مولا سندي مشيعت ٻي ڪنهن کي ڏجي گلا
ڏهين ڏونگر قارون ڏنيون جبل جوشئون جليا
جنن ملڪن ماتام ڪيو ٿيا سوز سرسلا
يارهين حسن حسين حامي هيٺن سندا هليا
مسڪين قائم دين تن لاءِ ٿيو مبتلا

جبل ڏس جتن جون ويون ڪاڏي ڪتارون
جادوگر جت هئا، ويا اٿ ٻـ اڏارون
سورن سنئي جو نيو آ حسن هيڪارون
وري ايندم ولهو ٻنڌي ٻاڪارون
راضي ٿيءُ رجب سان لهـ سڳهو سنڀارون
سٺي ٿي هان سرهي، هو تن هونگارون

شعر

آٽايو تـ اچان هلي جي بيهان برهـ ٻهير
سرتيون ساهڙ چام لئـ مون کي جاڳي سڪ سبيل
رڻ ۾ رس حب سان پارس منهنجا پير
مديني جا مير ڪج ڪو داد دلگير جو

الا اهي آڻ جن ڏني مون ڏينهن ٽيام
آهون عاجز جون سٺي ڪر ڪا ور واڻ
اهي اچن اڱڻ تي، جن سان هئي روح رهاڻ
ڪوهيارل جي ڪاڻ، تي رجب راهـ نهاريان

آيا ڪي آيندا مون ڏي سنبريا سپيرين
ٻڪي تنهن ٻاجهـ جي، اچي ڏکي کي ڏيندا
اچڻ سان عجيب جي وهم سڀ ويندا
هميشهـ هوندا، راضي شال رجب سان

## اردو مناقبہ

شاہ مردان سن میری فریاد یا مشکل کشا
تجھ سوا کرتا نہیں کوئی داد یامشکل کشا
صدقہء حسنین کر امداد یا مشکل کشا
خانہء دشمن کرو برباد یا مشکل کشا

تم شفیع ابوالبشر ہو ابوالحسن یا بو تراب
نوح سے طوفان میں ہمراہ تم عالی جناب
نام لینا ہے تیرا دارین میں عین و ثواب
مدعی تیرا ہمیشہ خارجی خوار و خراب
ھل اتیٰ یاسین ثنا ہے مرتضیٰ مشکل کشا

ہو تمھیں استاد سے اول جناب جبرئیل
دی بشارت نور سے ان کو بچالی اسرائیل
مصر میں یوسف کو دی بادشاہی بے دلیل
ہر نبی اور ہر ولی کا آپ ہو کامل کفیل
کر گناہوں سے مجھے آزاد یا مشکل کشا

ہے ید اللہ فوق ایدیھم ثنا قرآن میں

انما طٰہٰ مزمل تیرے عالیشان میں

سلمان کو تم نے چھڑایا دشت کے ایوان میں

شیر سے جس کو چھڑایا مدد کر میدان میں

دل چھڑا اندوہ سے کر شاد یا مشکل کشا

ہو تم ہی گوہر یگانہ جسکا ہے کعبہ صدف

عمر انتر کو بدر میں کیا تم نے تلف

فتح خیبر و خندق لا سیف زن ہو صف بصف

لا فتیٰ الا علی لا شاہ تیرا ہے شرف

دین ایمان کر مجھے امداد یا مشکل کشا

حیدر کرار صفدر یا امیرالمومنین

تو ولی اللہ اکبر یا امیرالمؤمنین

دین کا داور دلاور یا امیرالمؤمنین

ہو محمد صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم کے برادر یا امیرالمؤمنین

اب مجھے کر عشق کا ارشاد یا مشکل کشا

ذکریا زبیر سے شامل تم ہی
طور پر موسیٰ کلیم اللہ سے شامل تم ہی
صلیب پر عیسیٰ روح اللہ سے شامل تم ہی
آگ کربستان خلیل اللہ سے شامل تم ہی
مجھ کو رکھ دارین میں آباد یا مشکل کشا

یا علی میرے لئے تیرا جام ہے ہر شفا
یا علی تو ہے وصی ئے مصطفیٰ
یا علی صدقہء حسنین کے معاف کر میری خطا
قائمؑ کا شب روز داد رس فریاد یا مشکل کشا
شاہ مرداں سن میری فریاد یا مشکل کشا

## ڪلام خداد فقير

جاتي عشق موليٰ جي پلٽ ڪئي
اتي علم عقل جي بات نہ هئي

پتنگ شمع تي پروان جي آهن
سر تہ اڏين تي گهوري گهمائن
اتي برهہ اچي برسات ڪئي

عشق جي آتش اُلا اٿاريا
خيال خوديءَ جا جنهن خطرا ساڙيا
اچي بوند وسي برسات ڪئي

خدا داد وٽ حرف هڪوئي
دوست مليو آ محب مِٺوئي
چولي جي اندر ٻولي ٿو سوئي
مونسان محب مٺي اچي ملاقات ڪئي

## ڪلام خداداد فقير

ٻا ٻيهل ٻاري ڏني هئي باھ ٻنيور کي
ويندس رهنديس ڪينڪي
ويندس پنهل جي پاڙي
سمجهيس سڄڻ ڪينڪي
ڪيئن لکيو ٽاري
خداداد الله جو
لکيو پئي پاڙي

## ڪلام خداد فقير

چريا آهيون ڇٽُ الا
اڙنداسي نہ عقل ۾

ڏاڍا آهيون ڏيهہ ڪان
دڙڪي ڪان پوءِ پٽُ الا

ڪانڻ جا تہ سراز هؤن
ملوڪن جو مٿ الا

خداداد الله جو
پلٽيو عشق الهٽ الا

هي ڪلام خداداد فقير خيرپور رياست جي والي مير علي مراد خان ڪي ٻڌايو.

